# عشق سمند


ليکڪ:

**شري مهاراج سدارام جي (سادل)**

ترتيب ڏيندڙ

ماستر ليمارام جي-هيمچنداڻي

سينگاريندڙ ۽ پيشڪش:

هنسراج گانگا



ڇپائي پڌرو ڪندڙ:

**مهاراج لاڌا رام صاحب،**

**مهاراج مجنارام صاحب، آنند آشرم**

پريم نگر، پيرون مل

| | | |
|---|---|---|
| پستڪ جو نالو | : | **عشق سمنڊ** |
| ليکڪ | : | شري مهاراج سدارام (سادل) |
| ترتيب ڏيندڙ | : | ماستر ليمارام جي-هيمچندائي |
| سينگاريندڙ | : | هنسراج گانگا |
| ڇپائيندڙ | : | مهاراج لاڏارام صاحب<br>مهاراج مجنارام صاحب آنند آشرم،<br>پريم نگر، پيرون مل |
| ڇپيندڙ | : | سهڻي گرافڪس، ڪوڪر پاڙو،<br>حيدرآباد. |
| ڇاپو | : | پهريون 1977ع<br>ٻيون 2016ع |



مهاراج لاڏا رام صاحب ۽ مهاراج روشن رام صاحب



مهاراج لاڏا رام صاحب، مهاراج هنسراج ۽ هنسراج گانگا



مهاراج هنسراج



هنسراج گانگا

# پنهنجي پاران

گهڻي وقت کان اِها آشا هئي تہ سنت سادُل سدارام صاحب جن جو ڪتاب 'عشق سمنڊ' ڇپجي. اِهو ڪتاب اڳ ۾ سن 1977ع ۾ مهاراج مجنارام صاحب جن جي ڪاوشن سان ڇپجي پڌرو ٿيو هو، جيڪو هاڻي اڻ لڀ آهي.سندن اِها ڪوشش ۽ خواهش هوندي هئي تہ سنت سادُل سائين جي شاعري ۽ ڳوتائن مان هر ڪوئي لاڀدائڪ ٿئي.

ائين ايشور ڪرپا ڪئي ۽ سائين لاڏارام صاحب جن جي مهر سان هن اُملهہ رتن 'عشق سمنڊ' جو ٻيو ڇاپو سنوارڻ ۽ سڌارڻ ڪانپوءِ رچي راس ٿيو آهي.

انهيءَ ڪان پهريائين سادُل سائين جي ڪتاب 'ستگرو ٻوڌ امرت،' 'سادل پريم امرت' ۽ 'مول ديپ' جي پريم رَس مان سُرڪيون پرڻ لاءِ اوهان اڳيان پيش ڪري چڪا آهيون.

شيوڪ
هنسراج گانگا

# ڀيرين ڇاپي جو مهاڳ

چار سال اڳ مهراج صاحب مجنارام (ڳوٺ پيرون مل ضلع سانگهڙ) سان ملاقات ٿي. پاڻ اسان جي قوم ۾ اڪيلائي ساڌو آهن، باوي صاحب سدارام جي، جن جا پوٽا آهن.

ڳالهيون ڪندي مون کي ٻڌائون ته ڇو نه باوي صاحب جن جون ڳوتائون هڪ ڪتاب جي صورت ۾ سينڌي پائرن اڳيان پيش ڪريون ته اُهي به هِن پريم رس مان سُرڪيون ڀرين. مون کين عرض ڪيو نه پاڻ سندن سڄو ڪلام هٿ ڪري سگهنداسون؟ ٻڌائون ته "عشق سمونڊ" پاڻ وٽ آهي ۽ ڪجهه ٻچن به آهي. آخر اسين هِن راءِ تي پهتاسين ته سندن جيڪو ڪلام هٿ اچي سو هن وقت پيش ڪريون ۽ باقي ٻئي جي هٿ ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪريون. انهيءَ موجب "عشق سمونڊ" پائرن کي پيش ڪري رهيا آهيون. باوي صاحب جن جي سوانح حيات ۽ ڪرامتن بابت شري ڏامارام جيءَ جي هنديءَ ۾ ڇپايل ڪتابڙيءَ تان مدد ورتي ويئي آهي. اِها ڪتابڙي سنه 1942ع ۾ ڇپائي ويئي هئي.

هي ڪم 28-2-1983 تي شروع ڪيو هئم مگر گهڻين مشغولين سبب پرين ٽن سالن بعد ان کي مڪمل ڪري سگهيو آهيان. آئون نڪي شاعر آهيان ۽ نڪي شاعري مان ڪجهه سمجهان پر پنهنجي شوق ۽ مهراج صاحب مجنارام جن جي ارشاد کي پورو ڪرڻ لاءِ هي ڪم ڪيو هئم.

هن ڪم ۾ هن موجب ڏکيائيون هيون:

(1) علم عروج جي ڪلتاين مان منهنجي ناواقفيت،

(2) ٻاوي صاحب جن جي هندي ۾ لکتي جو پڙهڻ.

(3) شاعر جي، خيال جي ڪنهن خاص طرف رواني جي پرکڻ جي مون ۾ کوجهائي.

(4) رسالي جي ٻولي کي درست ڪري صحيح خيال ۾ بيهارڻ.

(5) ڇپائي جي خرچ جي پورائي ڪرڻ.

ٻاوو صاحب مجنارام جي "عشق سمونڊ" پڙهي ٻڌائيندا ويا ۽ مون ۾ آتمارام نبي سر واري ڪچيءَ طرح لکيو. ان بعد مون ان کي ٻولي ۽ خيالن تي پورو لهڻ ۽ ڪنهن سِتا ۾ ترتيب ڏيڻ لاءِ پنهنجي سمجھ آهر ڪوشش ڪئي آهي. ان ڪري جيڪڏهن ڪلام ۾ ڪا خوبي، هجي ته اها ٻاوي صاحب (سادل سائين) جن جي سمجهي وڃي ۽ خامي منهنجي. دوستن جي راين لاءِ هر وقت تيار آهيان. اميد ته ٻئي ڇاپي ۾ مناسب درستي ڪئي ويندي.

ڇپائيءَ جو خرچ ٻاوي صاحب مجنارام جيءَ چندي جي صورت ۾ حاصل ڪيو آهي. مٿن سندن ستگرو مهراج ديالداس جي ۽ فقير صاحب نظر علي سائين ڪندڙي وارن جي خاص مهرباني آهي جو هو پئسي ۾ اٽڪيل نه رهندا آهن. سندن پئسي جي گهرج الاءِ ڪيئن پوري ٿيندي رهندي آهي نه ته آهن سئلاني فقير، نه ڪين کو ڌنڌو ڌاڙي آهي ۽ نه کو ٻني ٻارو، سندن والد صاحب شري سنتورام جن جي سماڌي تي به ساليانو ميلو چيٽ جي چوٿ چانڊوڪيءَ جو لڳائيندا آهن. اتي به ڪافي خرچ ٿئي ٿو مگر پورائي ڪرڻ وارو پيو ڪري.

هن ڪتاب جي ڇپارائڻ جا مقصد هن ريت آهن.

(1) ڀاوي صاحب جن جي ڪلام مان پيائرن ڪي واقف ڪرڻ.

(2) استري جاتي لاءِ عزت جو ڀاو پيدا ڪرڻ.

ڀاوي صاحب جن جي ماتا صاحبا جن جو مٿن ڪيڏو پرڀاو رهيو سو هن ڪتاب جي پڙهڻ مان بخوبي ظاهر ٿيندو. اسان جي سماج ۾ استري کي سندس جائز مقام هن وقت نہ آهي. اميد تہ پاٺڪ هن جاتي کي صحيح مقام ڏيارڻ لاءِ پنهنجي وت آهر ڪوشش ڪندا. هي ڪم بہ پُرشارٿ ۽ يوگ ۾ شامل آهي.

آخر ۾ آئون سيني پيائرن جو ٿورائتو آهيان جن هن خير جي ڪم ۾ اسان جي مدد ڪئي آهي. شل لجپال ڪين پُرشارٿ ۽ سچائيءَ جي طاقت ڏئي!

ساڳيو خادم

ليمارام

# شري 108 مهاراج صاحب سدارام جي (سادل) جو جيون چرتر

سنسار جو چرخو مالڪ جي مرضيءَ موجب اهڙيءَ طرح هلي رهيو آهي جو ان کي دليل دلائل سان سمجهڻ ناممڪن آهي. مرادن نالي هڪ ڪوي سچ چيو آهي تہ ”خدا ني جو ڪيئا وه عقل ۾ نہ آتا“. ساڳيءَ طرح ٻين سنتن سادن بہ فقط نِوڙت ۽ نياز جو رستو ڏسيو آهي. شاهہ سائين چيوآهي تہ ”ليلا! ليلائبو اتِي ماڳ منت جو.“ شري گيتا جِي جي وچنن ۾ ”اِسِي ليئي هي پارٿ! هماري شرڻ ۾ آئو.“

پر اسين دنيا جا ماڻهو اَنياءَ ۽ اَيمان جو سهارو وٺندا آهيون. نتيجي ۾ پيڙا ۽ دک وڏندا ويندا آهن. پر جڳت جي رچيندڙ کي تہ چرخي جو خيال رکڻو ئي آهي ۽ جڏهن جڏهن اَڌرم ۽ وڪار وڌي وڃي دنگ ڪندا آهن ۽ ستايل، دل سان ڏٽيءَ کي ٻاڏائيندا آهن تڏهن ڏٽي تعاليٰ پنهنجي نائبن کي انهن جو دک دور ڪرڻ لاءِ موڪليندو آهي. مهاتمائن جو جنم وٺڻ انهيءَ اصول جو نتيجو آهي. اهي مهاتمائون مالڪ جي حڪم موجب هن دنيا ۾ جنم وٺي اسان پاپ جي پتلن جو ڪلياڻ ڪندا آهن. شري ڪرشڻ، مهاتما ٻڌ، راما پير، پٿورو صاحب، شاهہ سائين ڀِٽائي صاحب وغيره سڀ انهيءَ ڏِگهي سلسلي جون ڪڙيون آهن جن مان سادل سائين بہ هڪ آهي.

مهاراج سدارام جي ولد مهراج جيوٽو جي گارگوَنسي براهمڻ ڳوٺ گوڙا (جيسلمير رياست) ۾ سنبت سن 1863ع

مهينو چيٽ تٽ ٻيج چانڊوڪي جي ڏينهن سن دنيا ۾ پڌاريا. سندن ٻُک هيمچند هئي. سندن ناناڻا ڳوٺ جوڳيداس (جيسلمير) جا هئا. سندن ننڍپڻ بابت پوري خبر نه پئجي سگهي آهي مگر سندن ماتا صاحبا نه فقط سندن جنم داتا هئي مگر سندن آتمڪ اُنتي لاءِ پڻ خاص جوابدار هئي. سندس پريم پرين پرڀوڏن ۾ قرب رنگ لاتو ۽ آخر "سادل پيو سنت."

# اُخلاق

## 1- سادگي ۽ اوچا آدرش

پاڻ سدا سادا ۽ اوچا آدرش رکندڙ هئا. ننڍپڻ ۾ ڪين ڳَوتا جو شوق هو. اهو شوق پاڻ نه فقط پنهنجي دل جو آواز ٻاهر ڪڍڻ بلڪ پنهنجي پيٽ گذر خاطر به ڪندا هئا. ڪَوي کي اُن زماني ۾ عزت جي نگاهه سان ڏٺو ويندو هو. هڪڙي ڏينهن ڏيئي تي ڪم ڪندي ڪين سڄي رات گذري ويئي. ماتا جي مامتا کان رهيو نه ٿيو. پنهنجي نورچشم کي هيئن نور نچوئيندو ڏسي سندس دل ڀرجي آئي. دل گداز آواز ۾ پڇيائون "پٽ! تو سڄي رات ننڊ ڪانه ڪئي. ڇا ويٺي ڪيئي؟" سدارام جي ماتا کي جواب ڏنو، "ماتا! ڪوتا ٺاهيم ٿي جيئن پنهنجو پيٽ پلجي سگهي."

ماتا جن کي سندن جواب گهٽ درجي جو لڳو. چيائون "پٽ! انسانن جي ساراهه ڇڏ ۽ هري جا گن ڳاءِ. اُپاسنا هميشه ڀڳوان جي ڪجي. ستگر سان پريت، ڪري ڏينهن رات رام جو ڪيرتن ڪر."

پاڻ هٿ جوڙي ماتا جن کي چيائون "ماتا! ست وچن. ائين ئي ڪندس. مگر مون کي ڪو مهاتما ڪونه ٿو سُجهي

جنهن کي ست گرو ڪريان. ڏرمي پستڪ برابر گهٽيئي پڙهيا اٿم مگر من جو ڀرم نٿو مِٽي. ڪرپا ڪري ڪو اهڙو مهاتما ڏسيو جنهن جي چرڻن جي رڪ تي پنهن جو ڪلياڻ ڪريان."

ماتا جن جواب ڏنو "مهاراج شيوارام جي کي ست گر ڪر چو تہ هو وڏا ڪلياڻڪاري ۽ ڄاڻو آهن. منهنجا بہ ست گرو آهن." پوءِ ٻئي ڄڻا گڏجي مهاراج شيوارام جي وٽ ويا ۽ سدارام جي کي پنهنجو چيلو ڪرڻ لاءِ عرض ڪيائون. پر ان وقت جا ساڌو اهڙو جلدي ڪٿي ٿا هٿ ڌرين! چيائون "پٽ! امتحان ٿيندو. جيڪڏهن پاس ٿئين تہ ونندس." پوءِ شيوارام جي ڪجهہ وقت سندن امتحان وٺندا رهيا ۽ آخر پنهنجو چيلو ڪرڻ قبول فرمايائون. چيائون تہ "هاڻي هن ۾ ڪوي ۽ وِدوان هئڻ جو اهنڪار ڪونہ رهيو آهي. اها ئي رنڌڪ هئي جو مون ڪيس هڪدم چيلو نہ ڪيو."

آخرين طور سادل سائين کي روحاني رمز جهوڪ شريف مان مليل آهي. سندن گرو شيوارام جي سائين ساهُو (روحل فقير جا فرزند) جا طالب هئا ۽ اُهي وري جهوڪ شريف جا. اهڙيءَ طرح هيءَ روحاني شمع جهوڪ شريف کان جيمسلمير وڃي نڪتي!

## 2-جوانيءَ ۾ سخت دل

جوانيءَ ۾ پاڻ ڪجهہ سخت دل هئا. هڪڙي ڏينهن سندن ماتا کين مريدن کان سختي ڪري ڏڪڻا وٺڻ وقت ڏسي ورتو. کين پٽ جي اهڙي سختي تي گهٽي رنجش ٿي. نيٺ پٽ کي چيائون "پٽ! روز جو ملڻ ڀڳوان تي ڇڏ. جنهن پيدا ڪيو آهي سو اوس ڪجهہ کائڻ لاءِ بہ ڏيندو. اِها چنتا جوڳي

ڳالهه نه آهي.“ انهيءَ ڏينهن کان پوءِ سدارام جي اهڙي روش ڪڏهن به اختيار نه ڪئي.

### 3- تمام نرم دل

ستگرو ڪرڻ بعد سندن دل ايڏي ته نرم ٿي ويئي هئي جو دکين جو درد جو مٿن هڪدم اثر ٿيندو هو. اهو ئي سبب هو جو پاڻ هر دکي جي دک دور ڪرڻ لاءِ ڪسر ڪانه ڇڏيندا هئا. ڇا خوفناڪ بيماري ۾ ڦاٿل، ڇا نانگ بلا جا ڪاڌل، ڇا اکين کان انڌا، ڇا جسم ۾ جڏا، ڇا وانجهه، ڇا نرينو اولاد جا گهورو سيني ڪي راضي ڪري روانو ڪندا هئا.

اهي معجزا ڏيکارين ٿا ته سندن روحاني منزل ڪيڏي نه ڪمال جي هئي! سندن ڪجهه ڪرامتون اڳتي ڏنل آهن.

### 4- شاعري

شاعري سندن خاص شغل هو، ننڍپڻ کان ئي کين شاعري جو قدرتي شوق هو. ڪوي ٿيڻ هڪ قدرتي ڳالهه آهي. هي هنر صرف معمولي حد تائين انساني ڪاوش جو نتيجو آهي. بلند پايه جي شاعري فقط قدرتي ڏات آهي. سادل صاحب هن ڏس ۾ ذرو به پوئتي پيل نه هئا. هنن هزارين پڇن ڪافيون، بيت ۽ وايون وغيره چيون آهن جن ۾ قدرت جا اسرار ۽ عاشق جي اندر جا حال وغيره صاف طرح بيان ڪيا آهن. سمنڊ جي ايڏي پالوٹ معمولي درجي جو ماڻهو بلڪل نتو ڪري سگهي. سندن لکيل ڪتابن بابت اسان اڳتي لکيو آهي.

سندن دل جو سانچو قدرتي طور سنڌاڻ هو جنهن تي دک درد، موج مستي ۽ ڏيک ڏيکاءُ جو اثر هڪدم ٿيو ٿي.

سنڌن تقريبن 25000 بيت ۽ پچن وغيره ڏيکارين ٿا ته سنڌن دل جو دلبورو هر وقت وچندڙ هو، هڪ مارواڙي ماڻهو جو سنڌي ۽ سرائڪي ۾ شاه صاحب جي طرز تي بيت بازي ڪرڻ معمولي ڪارنامو نه آهي. سنڌن بيت ظاهر ڪن ٿا ته پاڻ شاه سائين جي بيتن ۾ ڪيتري قدر جذب ٿيل هئا.

5 سڪلاني ۽ تارڪ

جيسلمير جو علائقو واريءَسو آهي ۽ ڪمائي جا ذريعا ان وقت نه ڇا اڄ به بلڪل محدود آهن. ماڻهو گهڻي ڀاڱي مسڪين هئا ۽ گذاري لاءِ گهڻو ڪري سنڌ ڏانهن رخ رکندا هئا. سادل صاحب به اهڙي طرح گذر ڪرڻ لاءِ پنهنجي ڀاءُ گوبندرام جي سان گڏ سنڌ ڏانهن آيا. پاڻ شاعر اڳيئي هئا وڌيڪ جو هتي سنڌ ۾ شاه سائين ڀٽائي صاحب (رح) جي بيتن جي جهونگار ٻڌائون ته سنڌن من روپي سنڌاڻ به ساز وانگر وڄڻ لڳو. "عشق سمونڊ" انهيءَ جهونگار سان سُر ۾ سُر ملائڻ جو نتيجو آهي. سنڌن بيت به ساڳئي قالب مان گهڙجي نڪتل ٿا ڏسجن. ساڳي سونهن ۽ ساڳي رواني سادل صاحب جي ڪن بيتن ۾ به آهي. سنڌن ڀاءُ گوبندرام جي جن ڪي ته شاه سائين جي سنگت اهڙو موهيو جو اُهي، اتي ئي ويهي رهيا ۽ آخر اَبدي ننڊ به ڀٽ جي ڏاڪڻي پاسي سمهي رهيا. ڀٽ جي ڏاڪڻي پاسي جتي هينئر ڪلچرل سينٽر آهي اتي ٻاوي گوبندرام جي جن جي سماڌي هئي. ساوا وڻ، ننڍي ڪُبڙي، ڪوهه ۽ وڏو نم جو وڻ اتي جا نشان هئا. شاه سائين جي ميلي تي خاص ڪري ۽ ڏينهن ڏهاڙي عام طور فقراءُ اچي محفلون ڪندا هئا. صادق فقير سومري، نصير فقير جلالاڻي ۽ ڪنڊڙي واري روحل فقير وغيره جي ٻارين وارا

فقير هتي آرام ڪندا هئا ۽ ننگر پاڻي هلندو هو، هن وقت اِهي سڀ نشانيون ڪلچرل سينٽر جي نذر ٿي ويو آهن. شاهه صاحب جي چوڻ موجب:

اڄ نه اوطاقن ۾، طالب تنوارين،
آديسي اُٿي ويا، مڙهيون مون مارين،
هُو جي جيءَ کي جيارين، سي لاهوتي لڏي ويا.

پاڻ ڳوٺ ڏانهن واپس ورندي اَن ڪٽي وڃن جو خيال ڪيو هئائون انهيءَ ڪري ايندي هڪ مادي اُٺ آندي هئائون. سنڌ ۾ ان هڪ سنو ڪوئنرو ڏنو پر اهو توڏو کي چور ڪاهي ويا. ڪجهه ڏينهن بعد ڪنهن سوالي کين اُٺ ڏيڻ لاءِ سوال ڪيو. پاڻ هُن جو دک دور ڪرڻ لاءِ ان کي اٺ به ڏيئي ڇڏيائون! ان ڪٽي وڃڻ جو خيال ترڪ ڪري واپس ڳوٺ هليا ويا.ا هڙا تارڪ ۽ سخي دنيا ۾ ڳاڻ ڳڻيا آهن.

”رڳون ٿيون رباب وڄن ويل سڀ ڪنهن“ (شاهه)

جي مصداق مطابق ٻاوي صاحب جن جي دل به هر وقت وڄندڙ هئي. ڪٿي شاهه سائين جي بيتن سان سر ۾ سر ملائي رهي آهي ته ڪٿي ڪنهن عاشق جي قوڙائي جي ڳالهه ٻڌي ان سان همدردي ونڊي رهي آهي. سنڌ ۾ لاکي قلاٽي جي ڳالهه جو مٿس خاص اثر ٿيل ٿو ڏسجي. ”عشق سمونڊ“ جي پڇاڙي ۾ هڪ دردنامون لکي لاکي کي اَمر ڪري ڇڏيون اٿن.

## سنڌن اصل وطن ۽ ساٿ

سنڌن ابا ڏاڏا اصل ڳوٺ ڪاروڙو تعلقه عمرڪوٽ جا هئا. مگر پوءِ ڪن نامعلوم سببن ڪري چارٽن سان گڏ جيسلمير ڏانهن هليا ويا ۽ ڳوٺ ڳوڙا ۾ وڃي رهيا جتي

ٻاوي صاحب سادل سائين جو جنم ٿيو. ڏن آهي اهڙي ڌرتي کي جتي سنتن جو ڌام آهي، سندن ڪچهري ۾ هيئنيان ماڻهو گهڻو ڪري هوندا هئا.

1. مهراج نارائڻ داس ٽڪ مُول ڪنتيو ڳوٺ ڪاروڙو چارڻ عمرڪوٽ راڳ ڳائيندڙ.
2. مهراج ڪونيا رام جي نک سوميسر ڳوٺ گوڙا. پاڻ سادل سائين جن جي ڪوتا لکڻ ۽ راڳ ڳائڻ ۾ مدد ڪندا هئا.
3. سرتارام ميگهواڙ راڳيندڙ
4. رامون جي ميگهواڙ راڳيندڙ

**روانگي**

سنسار جي هي اوچي آتما سنبت سن 1936 مهيني چيٽ چوٿ چانڊوڪي گرو وار پرڀات سَمي هِتان هن دنيا مان ڪوچ ڪري ويئي ۽ وڃي پنهنجي ديس پهتي. سندن ڄمار ان وقت 73 سال هئي. شاهه صاحب ٺيڪ چيو آهي:

سو ساهڙ سا سهڻي سائر پڻ سوئي،
آهي نجوئي ڳجهه ڳجهاندر ڳالهڙي.

شل هن مهان آتما جي مهر اسان سيني تي رهي ۽ هن سنسار جو سفر مالڪن جي مرضي مطابق ڪاميابيءَ سان پورو ڪريون!

**ڪوتائون**

سندن ڪوتائون هن موجب آهن:

سمجهه ساگر: هن ۾ 12500 دوها، چند ۽ ڇجن وغيره آهن ۽ سنبت سن 1905 ۾ لکجي تيار ٿيو.

گيان ديپ: هن ۾ ڪوتائن جو تعداد 225 آهي هن سنبت

سن 1919 ۾ شروع ڪيو ويو ۽ 1920 ۾ تيار ٿيو.

نروان ساگر: هن ۾ پچنن ۽ دوهن وغيره جو تعداد 2227 آهي. هي بہ سنبت سن 1919 ۾ شروع ڪيو ويو مگر 1927 ۾ راس ٿيو.

گيان ساگر: هن ۾ 225 ڪوتائون آهن، هي سنبت سن 1927 ۾ شروع ڪيو ويو ۽ 1929 ۾ تيار ٿيو.

رام ساگر: هن ۾ 142 گيت آهن.

سادل گيتا: هن ۾ 97 پچن ۽ 277 ساکيون آهن.

مول ديپ: هن ۾ 2220 دوها ۽ ساکيون آهن.

عشق سموند: هن ۾ سنڌي ۽ سرائڪي زبانن ۾ بيت، ڪافيون ۽ وايون چيل آهن، ٻولي گاڏڙ آهي، هن سندن سنڌ ۾ رهڻ وقت يا سنڌ جي سفر بعد لکيل ڏسجي ٿو. هن ۾ شاهہ سائين ڀٽائي صاحب جي نموني تي بيت آهن جن جو تعداد اٽڪل روءِ 309 آهي. هي ڪتاب مهراج صاحب مجنارام جي وٽ پيل آهي.

## ڪرامتون

سندن ڪرامتن مان ڪي هن ريت آهن:

(1) ڳوٺ ساڪريو جي رتو نالي ميگهواڙ کي پٽ ڪونہ هو. هو ۽ سندس زال اٽڪل 60 سالن جا هئا. هڪڙي ڏينهن ٻاوو صاحب سدارام جي وٽن مهمان هئا. هنن سندن تمام گهڻي شيوا ڪئي، ڪجهہ ڏينهن بعد جڏهن وڃڻ جي ڪيائون تڏهن اُهي تمام پريم ۾ اچي سندن

پيرن تي ڪري پيا ۽ ڪين ڇڏڻ جي نہ پيا ڪن، حجاب ۾ پنهنجي ماجرا بہ نہ پيا ٻڌائين، آخر سندن گهڻي پڇڻ تي هنن پتر سنتان لاءِ عرض ڪيو، هنن جي پريشاني مٿن گهڻو اثر ڪيو ۽ ڪين چيائون تہ "بابا، توهان کي هڪ نہ بلڪ ٻہ پٽ ٿيندا. وڏي جو نالو لاڏو رکجو." ڀڳوان جي ڪرپا سان سنتن جا وچن اگهاڻا ۽ هنن کي برابر ٻہ پٽ ٿيا. عام طور تي ايڏي وڏي عمر ۾ عورت کي ٻار ٿيڻ ناممڪن آهي.

(2) گُوڙا ڳوٺ ۾ هڪ راجپوتڻي جو پٽ سج لٿي مهل گذاري ويو. هن کي پٽ لاءِ تمام گهڻو موهہ هو ۽ سڄي رات ورلاپ ڪيائين. آخرين حربي طور پرڀات سمي اها عورت پٽ جو لاش کڻي مهراج صاحب جن جي ماتا وٽ ويئي ۽ ساهہ بخشڻ لاءِ عرض ڪيائين. ماتا جن ڇوڪرو کڻي ٻاوي صاحب جي شرڻن ۾ رکيو. صبح ويلي اهو ڇوڪرو سرجيت ٿي پنهنجي ماءُ سان راند ڪرڻ لڳو. مائي تمام خوش ٿي دعائون ڪندي پنهنجي گهر ويئي.

(3) ڪورا ڳوٺ ۾ گينارام نالي هڪ راجپوت پاڻي ڪڍندي هڪ وڏي کوهہ ۾ ڪري پيو. ڪرندي مهل هن تمام عاجزي سان ٻاوي صاحب جن کي بچائڻ لاءِ دل ئي دل ۾ پڪاريو. ٻاوي صاحب جڻ سندس عرض اگهايو ۽ پاڻي کان مٿي جهلي ورتائون. ٻاهرين ماڻهن پاڻ ۾ چيو تہ هو مري ويو هوندو. هن کي ڪڍيو نہ تہ پاڻي گندو ٿيندو، اُن مهل هُن راجپوت کوهہ مان ورندي ڏني تہ آئون اجا جيئرو آهيان. مون کي جلد

ڪيو. انهي گينارام ڳالهه ڪئي ته هن هڪ ٻانهن ڏني جيڪا ڪيس ڀاڻي ڪان مٿي جهلي بيٺي هئي. سيڪو سمجهي سگهي ٿو ته اها ٻانهن ڪنهن جي ٿي سگهي ٿي.

(4) هڪڙي ڏينهن وڏي پرڀات جو ڀاوي صاحب جن پنهنجي شيوڪن کي چيو ته مون کي هٿ ڏئاريو. هنن کي اچرج لڳو ته ڀاوو صاحب جن هن وقت ڇو هٿ ڌوئي رهيا آهن. پڇڻ جي همت نه ٿين پر هڪ شيوڪ دل جهلي ان بابت ڀاوي صاحب جن کان پڇيو. پوءِ ٻين به سُر وٺايو، شيوڪن جي زور ڀرڻ تي چيائون "ابا، هڪ مائي ويم جي تڪليف ۾ هئي ۽ پڪار ڪري رهي هئي. ان جو ويم ڪرائڻو پيو ۽ هٿ خراب ٿي هئا."

(5) سنڌ ۾ هڪڙي ماڻهو ڀاوي صاحب جن جي نالي باس باسي ته جيڪڏهن ڪيس پٽ ٿيندو ته هو 25 روپيا پيٽا ڏيندو. ڀڳوان جي مهرباني سان ڪيس نائين (9) مهيني پٽ ڄائو، جڏهن ڀاوو صاحب جن سندس ڳوٺ وٺان لنگهيا تڏهن ڪين 10 روپيا پيٽا ڏنائين. ڀاوي صاحب جن چيس ته تو باس باسي 25 رپين جي ۽ ڏين تو 10 روپيا؟ هو ماڻهو پنهنجي ڪئي تي پشيمان ٿيو ۽ 25 روپيا پيٽا ڏيئي معافي ورتائين.

(6) ساچور علائقي جي ڳوٺ جهاڪل ۾ رام گر نالي هڪ ڀاوو رهندو هو، هو تمام مشهور ماڻهو ۽ پنهنجي جهاڙن جهپن ذريعي هن ڪيترن ماڻهن کي بيماري کان ڇڏايو، هڪ دفعي هن پاڻ هڪ خراب بيماري ۾

اچي ڦاٽو، هُن جي هيٺيون ڏڙ سڪي ويو هو، ڪيترائي علاج ڪيائين مگر فائدو نہ ٿيو ۽ تمام گهڻو پريشان هو. انهيءَ پريشانيءَ ۾ هن هڪڙي ڏينهن دل ئي دل ۾ ٻاوي صاحب سادل سائين جن کي عرض ڪيو تہ مون کي هن پيڙا مان ڇڏايو، رات جو ڇا ڏسي تہ هڪ ماڻهو سفيد لباس ۾ آيو آهي ڪيس هٿ ڪان جهلي هلڻ لاءِ چوي پيو، پاڻ چيائين تہ آئون هلي ڪون ٿو سگهان. هُن چيس تہ تون اٿي هل تہ سهي. هلي سگهين پيو ۽ اجايو ليٽيو پيو آهين. نيٺ پاڻ ڪيس ڪٽ تان اٿاري هٿ سان جهلي هلايائون تڏهن رام گر کي اعتبار آيو، هو سهي ڪري ويو تہ اهو ڪم ڪنهن ڪيو. پوءِ هو ٻاوي صاحب جن کي گرو ڪرڻ لاءِ سندن ڳوٺ گوڙا ويو مگر ٻاوو صاحب سادل صاحب جن جيسلمير دربار جي سڏ تي اوڏانهن ويل هئا. هن کي ٻاوي صاحب جن وٽ پهچڻ جي ايڏي سڪ هئي جو هو اتي بلڪل نہ ترسيو ۽ سڌو جيسلمير جو رخ رکيائين. ٻاوي صاحب جن کي ان جي پهچڻ جي خبر پئجي ويئي، ڪچهري مان اٿي سندن خاص شيوڪ ڪونيارام کي چيائون تہ هلو تہ هلي ٻاهران تي اچون. جڏهن شهر کان ٻاهر آيا تڏهن رام گر ڪونيارام کي مليو ۽ مهراج صاحب جن سان ملڻ جي خواهش ظاهر ڪيائين. ٻاوو صاحب جن ٿورو پريرو ئي بيٺل هئا. ڪونيارام ڪيس چيو تہ هو سامهون بيٺا آهن، ٻاوي رام گر سندن صورت سڃاتي ۽ وڃي پيرن تي ڪريو. سڀ گڏجي دربار ۾ آيا. پوءِ ٻائو رام گر

جهڙا جهپون ڇڏي هميشہ لاءِ سندن شيوڪ ٿي رهيو.

(7) جيسلمير جي ٻاني راجا ڪيسر سنگ سادل سائين جي هاڪ ٻڌي کين ڪوٽ ڏيئي دربار ۾ گهرايو. ڪجھ وقت تائين ست سنگ هليو مگر هن کي ٻہ گمان هئا جي نہ پڳا، گمان هي هئا:

1- ساڌو طاقت وارو آهي يا نہ؟
2- ساڌو گُرڙو ذات جو آهي، ڪيس گرو ڪجي يا نہ؟

آخر هڪڙي ڏينهن مهراج صاحب جن راجا کي چيو تہ فلاڻي ڳالھ سمجهائڻي اٿم مگر ڪتاب گهر گُوڙن ۾ پيو آهي. ڪنهن ڀروسي جهڙي ماڻهو کي موڪليو تہ اهو ڪتاب گهران ڪڍي اچي. راجا پنهنجي ڀروسي جي سردار ايسرسنگ کي ڀلي اٺ تي سوار ڪري موڪليو. هو ٻئي ڏينهن گُوڙن ۾ پهتو ۽ سڏ ڪرڻ تي سادل سائين پاڻ گهران آيا ۽ ڪتاب گهران آڻي ڏنائون، ايسرسنگ کي عجب لڳو تہ هن ساڌو کي آئون راجا جي دربار ۾ ڇڏي آيو هئس، هي مون کان اڳي هتي ڪيئن پهتو؟ اٺ کان بہ تکو ڪيئن ٿيو؟ ايسرسنگ مهراج صاحب جن کان ڪتاب وٺي کين پاڻ سان گڏ وٺي وڃڻ لاءِ چيو مگر مهراج صاحب جن ورندي ڏني تہ "توهان هلو، آئون پاڻهي ايندس."

ايسرسنگ مهارون واريون ۽ هڪدم ٻئي ڏينهن واپس جيسلمير پهچي ويو، دربار ۾ پهچي ڏسي تہ مهراج صاحب جن ڪانئس اڳي اتي ويٺا آهن، وري بہ اچرج لڳس ۽ پنهنجي راجا سان هي حقيقت ڪيائين. راجا چيو تہ هي ساڌو سچو وقت هتي هو. تون ڀلجي

ويو هوندين، ان تي ٻه راجا جو پرم نه پڳو ۽ مهراج صاحب جن کي ٻاڏائي عرض ڪيائين ته منهنجو پرم پڄو، ٻئي ڏينهن راجا کين گهر وٺي ويو، اتي مهراج صاحب جن ڪيس چيو، "اڪيون پوريو، ڇا ٿا ڏسو؟"

راجا جواب ڏنو "ٻه ماڻهو بلڪل اوهان واري صورت جا ڏسان پيو" اِتي راجا جو سنسو مٽيو ۽ هو ٻاوي صاحب جن جو چيلو ٿيو، نذراني طور مهراج صاحب جن کي مال متاع، گهوڙا ۽ تنبو وغيره ڏنائين، سندن مڙهي جي خرچ هلڻ لاءِ پيپللو جو ڳوٺ ٻه نذراني طور هميشه لاءِ مهراج صاحب جن کي ڏنائين. هن ڳوٺ ۾ چون ٿا ته جنن جو آستان هو ۽ ماڻهو ان کي خالي ڪري ٻئي پاسي وڃي رهيا هئا. اتي پهچي مهراج صاحب جن 21 ساڪيون ڏنيون جن مان ٻه هي آهن:

(1) سادل مليو سنت کو ڏن ڏن ڏن سوءِ،
سوئي ميلو سنت سين تو هَرسين ميلو هوءِ.

(2) سادل ميلو سنت کو ميلي ۾ مضبوط،
رام ڏهائي رام کي تو پڙگ گئي سپ پوت.

ان کان پوءِ جنن جي هجڻ جي ڪابه ڳالهه ٻڌڻ ۾ ڪانه آئي. جنن ويچارن جو سنتن جي قدمن ڇهڻ سان ڪلياڻ ٿيو ۽ ان سان گڏ ماڻهن جو ٻه، هاڻي هو اُتي آرام سان رهڻ لڳا.



اوم

شري گڻيشايہ نمه

# :-: آرتي :-:

ٿل: اوم جئہ جگديش هري سوُامي جئہ جگديش هري
ڀڳت جنون کي سنڪٽ ڇِن ۾ دوُر ڪري. اوم....

مصرع

1. جو ڌيِاوي ڦَل پاوي دُک و نِسي مَن ڪا
سُک سَمپت گهر آوي ڪشٽ مِٽي تن ڪا اوم....

2. مات پِتا تُم ميري شَرن گهون ڪس کي
تم بن اوُر نہ دوُجا آس ڪرون جيس کي. اوم....

3. تم هو ايڪ اگوچر سب کي پراڻ پَتِي،
ڪس وِڌ مِلون گُسائين تمکو مئن کُمَتي؟ اوم....

4. تم پورڻ پرماتما تم اَنترِيامي،
پار برهم پرميشور تم سب کي سوامي. اوم....

5. تم ڪرٽا کي ساگر تم پالن ڪرتا،
مئن مورک کُل ڪامي ڪرپا ڪرو ڀرتا. اوم....

6. دين بندوُ دک هَرتا تم ٺاڪر ميري،
اپني هات بڙهائو دُئار پڙا تيري. اوم....

7. وشِيہ و ڪِار مٽائو پاپ هَرو ديوا،
شرڌا ڀگتِي بڙهائو سَنتن کِي شيوا. اوم....

# ساکيون گرو ديو جي مهما ۾

1. سادل کي اَرجان سُڻي    کيجو نِسدن کان،
   کالا بالا مي کران    ٿي سَت مانجو مهاراج.

2. سادل کِي اَرجان سُڻي    سپ سنت کاج سدار،
   اَب کِي ميري ارجه هئه    پکڙ اُتارو پار.

3. سادل کي اَرجان سڻي    ڏيارام سک ڏيو،
   چرڻ کمل کي چاکري    سَنمک ڏيجو شيو.

4. سادل کي اَرجان سڻي    اَنت اُڌارو آپ،
   اَب کي ميري اَرجه هئه    ٻولو ميري ٻاپ.

5. سادل! ستگر سنت سو    ديکيو اؤر نه ديک،
   سيک ديک ۾ ناهه کيو    سکايو گُر سيک.

6. سادل! شيوارام سَت،    سَت گر ميرو سوءِ،
   سنمک دي ست سَبڌ،    هم سمپورڻ هوءِ.

7. سادل! شيوارام ست    ستگر ميرو سنت،
   پل پل هم پورڻ هئه    گيان گتا اوگت

# :-: آرتيون :-:

(1)

ٽل: آرتِي ڪيجي گرو ديو تمهاري،
شَرني آيان ڪو لِيئو نِي اُڌاري.

مصرع:

1. جورا جور ٺجو مَن جاري ۽ پاجي پرم دلِن ڦٽ ياري، آرتي....
2. ڪيتا پرش ڪيتي ناري توري شرَني آيا سب تارِي. آرتي....
3. اننت ڪوٽ سنت آگي اُڌاري اب ڪي آئي بير هماري. آرتي....
4. شيوارام ستگر ڪي ٻلهاري ڀوَ ساگر ۾ ڏُٻَنت تاري. آرتي....
5. سادل سمجهي اَلٽي ساري سَنمک ڪيلان سانجه سواري. آرتي....

(2)

ٽل: ست گر سنت ڪي آرتي ڪريئي،
سيس ڪاٽ گر چرَٽا ۾ ڌر يئي.

مصرع:

1. پرٿم پانچ پَچيس پَر هريئي،
تياگن ڪر ڀَو ساگر تريئِي. ست گرو....
2. سڌ وَچن ست گرسين ڏريتي،
ڪايا ڪو سنگ مول نہ ڪريئي. ست گرو....
3. اسپد سڻ مَن اجر اجريئي،
برهہ ويراگ اَمَر ورَ ورَيئي. ست گرو....
4. سادل! اُلٽي رام سَمَريئي،
مُڪت سمانا جيوت مَريئي. ست گرو....

# :-: واٽيون :-:

(1)

(راڳ پرڄ)

ٽل: پائو پيالا گر پريم ڪا  نِرمل اوجل نيم ڪا.

مصرع:

1. ديا ڪريجي درشِن ديجي  جا هَر پر گهٽ جيم ڪا،
چاڪر راکو چَرڻ سرَٽي  ڪيجو دُوري ڪيم ڪا. پائو....

2. اَننت ڪوٽي تاريا آگي  تارو اب هِي ٽيم ڪا،
پريم پرچو ڏيو پريمي  اِس نِس پورڻ ايم ڪا. پائو....

3. پورڻ داتا ڏيو پروانو  گت هريجن ڪيم ڪا،
مُڪت ڏيجو سنت مِلٽو  هَر حضوري هيم ڪا. پائو....

4. سادل ڪوسرٽي ليجو ست گرو  درشِن ديجو ديم ڪا،
چرٽي راکو چِت چاڪر  پِلا دفتر پريم ڪا. پائو....

(2)

(سُر سارنگ)

دوها: سادل ڪي هَر عَرج سُٽو  مهَر ڪرو مهاراج،
جهڙ جهور سين بَرسو  مهر نظر ڏيو ڏاج.

ٽل: بڙ آئو بر آئو بِرڌ لال ڪَنئِيا،
يان اسان تي يالڙيان او بَر آئو.

مصرع:

1. پل پل بانيڻ روز پچايان  ڦِر ڦِر پايان ڦالڙيا. او بڙ آئو...
2. رو رو اکيان ڪيتر رتيان  حال وجايم حالڙيان. او بڙ آئو...

3. مهر نظر ول کجو کا مون تي گرگر پوچان گالڙيان. او ٻڙ آئو...
4. چوڙ نہ ويلان وچ چوري زور نہ آهي زالڙيان. او ٻڙ آئو...
5. پاڻ ٻہ پنهنجو پيو نہ پتو ٹالي پولي ٹالڙيان. او ٻڙ آئو...
6. سادل! دم دم رهہ، صورت مانهين لال ملي لالڙيان. او ٻڙ آئو...

(ٻَر = وري)



”سادل! ’عشق سمونڊ‘ سي سک دي سير،
الستي اگياري هوُن کر پوريون مرادون پير.“

شيوارام جي مرشد جي نگاهہ سان مريد سادُل گرنٿ ”عشق سمونڊ“ لکڻ شروع کري ٿو.



# ”عشق سمونڊ“

جان تون سڪڻ سکيو.

1. جان تو سِڪَڻ سکيو تان سِيني اندر سِڪ،
سِر ڏنو سجدو ٿيو وڃي اوڏانهين وڪِ،
لا طمع لاهُوت ۾ لا طمع تي لِڪ،
عَربئون خرَبئون عاشقان هوندو جانڪو هِڪ،
سادل! اهڙي سِڪ عاشق اٿان ڪاهه.

2. جان تون سِڪَڻ سِکيو تان سِڪَڻ آهي سُور،
ڏيهاڻي ڏُکن سين پَل پَل پوندا پُور،
آءُ ناهي انگ ۾ مُون نه آهي مُور،
باهه جَلي ٿي بره جي گُوري اندر گُور،
نيڻان د وچ نُور سادل! جيڏي سِڪڻو.

3. جان تون سِڪَڻ سِکيو تان سِڪڻ ڪَر سَهي،
واڪا حال وجود جا مَڪڻ ڪان پوءِ مَهي،
لالا لالي لال جي سا لنئو لنئو وچ لَهي،
پاڻان پاڻ پَهي سادل! جيڏي سڪڻو.

4. جان تون سڪڻ سکيو، تان سڪڻ روز سلام،
اَلستي اَنئي پَهَر ۾ لالا سڪ ۾ لام،
محبت ۾ محبوب جي ڪجي حق ڪلام،
عشق آگ آڙاهه ۾ تيئن تيل تلام،
هوُ آ هُل هُلام سادل جيڏي سڪڻو.

5. جان تون سکڻ سکيو تان سِر جو لاهج شڪ،
فقير سڏائين ٿو ڦڪا هلين چو نہ حق؟
هينئڙي وچ هميشہ جي پوري رکج پڪ،
لنگهہ لاهائون لَڪ سادل جيڏي سڪڙو.

6. جان تون سکڻ سکيو تان سکڻ سوُر سرير،
محبت ۾ سيکو مري مهندان پير اَمير،
عشق ڏاران عاشقان تَن وچ لڳندا تير،
پوءِ سڏي ٿو پير سادل جيڏي سڪڙو.

7. جان تون سکڻ سکيو تان سکڻ ڪج سمَا،
خواب خيال ٻيا خطرا ساجهر سپ گما،
مَيَت جيئن مقام وچ تيئن تون چوڙ طما،
رهبر وچ رَما سادل جيڏي سڪڙو.

8. جان تون سکڻ سکيو تان جهرمر جهَل جهوڪ،
خواب خيال ٻيا خطرا رهبر وچ روڪ،
اوجاگو سِر اکين تي ڪَرتَن ڪي ڪوڪ،
لنؤ لنؤ وچ لا رکي لِڪ مور ڪان لوڪ،
سادل! مر تہ لڳيئي موڪ تهان پوءِ جڳ جڳ جيوين.

## ستا اُٿي جاڳ

9. ستا جاڳ سوير سائين سَڏ ڪري،
مرشد جي وَٽ ملي تہ محبت ساڻ مري،
محبوب جي مچ ۾ تون ٻارڻ منجهہ ٻري،
پَسج ڪين پَري سادل جيڏي سڪڙو.

10. ستا جاڳ سوير سائين ڪيس سڌ،
ٻولڻ ڪي ٻن ڏي ڪالڻ ڪي ڪڌ،
ٻري ٻَسڻ ڪو نہ ڪو گفتو دٻدان گڌ،
لنگهي اوڏاهين لڌ سادل جيڏي سڪڻو.

11. ستا جاڳ سوير ڏسڻ اندر ڏُور،
اجئين آلس انگ ۾ اهڙي ننڊ اگهور،
قابو واري قيد ڪر جيءَ جسي ڪي جوُر،
گڏي گڏائي گوُر سادل جيڏي سڪڻو.

12. ستا جاڳ سوير ڪوهہ ٿو ننڊ ڪرين؟
جيئرو هن جهان ڪان مهندان چو نہ مرين؟
دلا دِلبر ديد جا پُلا! چو نہ پرين؟
پسندين ڪيئن پرين سادل جيڏي سڪڻو.

13. اُٿي جاڳ! اسر ٿيو سَڏي پيو سائين،
ڌڙ سسي ڪان ڌار ڪر نفس ڪي ڏي نائين،
مورئون زباني ماٺ ڪري چُپ، نڪا چائين،
سڏ ڪري سائين سادل جيڏي سڪڻو.

14. ستا جاڳ سوير ننڊ نہ ڪجي نينهن،
سبحاڻي صبح ٿيو ڏِسي چئين وَل ڏينهن،
هِن پنئو هِن پيچري سادل هلندين سيئن،
مؤلا وسائيندو مينهن جي هوندا انهي حال ۾،

15. ستا! جاڳ، صبح ٿيو اُٿِي گهر الله،
واري پاڻ وجوُد ۾ چئي وَل تير چَلا،
محبت ۾ محبوب جي روح وچ رمز رلا،
جيئري جيءَ جلا سادل اهڙي سڪ ۾.

## عاشق آءٌ تنهنجو ميان

16. عاشق آءُ تنهنجو ميان! تون پڻ مراد پير،
دلِ ديد ديکڻ سِڪي محبت ديکان مِير،
پورُ پون پل پل پسڻ دا تيئن لڳن تا تِير،
فِڪر ڳيس فقير سادل جنهن لئہ سڪٿو.

17. عاشق آءُ تنهنجو ميان! دلبر دِيدان دِيد،
سرڪَپ ڏي سڄڻ کي شاهد ٿيو سيِد،
اڄ لکين ٿيا ڪروڙين پوءِ ٿيندءِ عيد،
تو بہ ملندا مرشد ميد سادل جنهن لئہ سڪٿو.

18. عاشق آءُ تنهنجو ميان! ڏيکڻ اڄ تون ڏي،
مڇي جيئن جل ري مري تيئن طالب تو ري،
فقيري وچ جي فنا ٿيا سالڪ اوڏا سي،
طلب ٿي توتي سادل جنهن لئہ سڪٿو.

19. عاشق آءُ تنهنجو ميان! اڄ ڏيکڻ ڏي اکيان،
سورُ! تنهنجي درس لئہ روزا ٿِي رکيان،
محبت تنهنجي ملڻ جي پُڇان ٿي پکيان،
لَک اندر لکيان سادل جنهن لئہ سڪٿو.

## عاشقن جا انگ

20. اُن عاشقان دا حال آکان سچِي سمجھ چلين جي سَنت،
خوب جَپن جُسو تَپن اُلٽ سُلٽ چلين جي اَنت،
اَب عاشق گذري عشق اندر تِس تَن ۾ تَج ٿَنت،
سادل! اک مرشد سالک کڙا خُوب لاڳِي هئہ گنت.

21. اُن عاشقان دي راهہ آکان    دلِ ديد ڪن هردم،
اُن عاشقان دي اندر هئہ    گر پير دا گم،
آب مرشد عجب سخن آکي    هَجَم هوئينگي هم،
سادل! مرشد، اي سالڪ    تب مليگا تم.

22. آئو عاشق دا حال آکان    عجب سا ايڪانت،
تب هوگا رب تعاليٰ    سمجهہ ليگا سانت،
وو يگانہ روز رهندي    رمز ايسي رانت،
سادل! نِت نظر سائيان    خوب لاگي هئہ ڪانت.

23. آئو عاشقان دا حال آکان    سمجهہ لو پائي سيِڪ،
تسبي ڪي وه هوشيار    طالب لِڪ لو يي ليڪ،
ڪڙي هونگي خوب طالب    مَن ماري مِيڪ،
سادل! سيني وو سائين    درشن ماري ديِڪ.

24. اُن عاشقان دا حال آکان    جو چليگا اِس چوج،
ڪڙا بندگي خوب ڪيلي    مليگا اِس موج،
هوگا اُس خوب معلوم    ڪڙا اُتم ڪوج،
سادل آکي اي سالڪ!    ميل رب تعاليٰ روج.

25. اُن عاشقان دا حال آ ڪان    گل گلِي گلتان،
جِن آگ برهہ دي روز جلدي    جل جليگا جلتان،
ديکي سب ڪو اِڪ نظر    وَل وَل وَليگا وَلتان،
سادل آ ڪي، اي سالڪ!    مِل مِليگا مِلتان.

26. اُن عاشقان دي حال آکان    هم هوئينگي اِس حال،
صفا شاهہ صاحب سالم    شال هوون خوش حال،
خود خيالي ۾ هم خيال    ڪڙا خيال ۾ وي بي حال،
سادل آکي، اِس حال    لعل هوئينگي لال.

27. أن عاشقان دا حال آکان    هم هوئينگي اِس حال،
جس حال ۾ هونگي رب تعاليٰ    أن ۾ منجهه سو مال،
ورهه دي واڳ وٺ دل وچ    چوڙ ٻئي دل وچ خيال،
سادل آکي، اِس حال    لعل هوئينگي لعل.

28. أن عاشقان دا حال آکان    جن آگ لگي هئه انگ،
لعل رنگي لِنگ لنگي    هين رگ رگ ۾ رَنگ،
ست سنگ دي وچ تيل جئسي    سي سدا سَلتي سَنگ،
سادل آکي، اس طرح هئه    لگا سالک کو رَنگ.

29. أن عاشقان دا حال آکان    انگ انگ ۾ أمنگ،
جِي جسم وچ آگ جلي    نهين نرندا ننگ،
چپ چپ وچ ٻول چالِي    پنج پِراٹا پَنگ،
سادل آکي، اب سالک    لگا هئه رب دا رنگ.

30. أن عاشقان دا حال آکان    هئه برهه دي جِن باگ،
جَرڻ جَري مَرڻ مري    وچ ورهه واسينگ ناگ،
ورهه وِيسئر کايا جِس    أس انگ لاگي هئه آگ،
سادل آکي اي سالک!    لگا هئه دلِ وچ داگ.

31. أن عاشقان دّا حال آکان    جي جام آئي جاگ،
ألٹ سلٹ گهايس انگ    کڙا خوب کيل کاگ،
نهين کوئي فکر سالک    هئه جو رمز رب دي راگ،
سادل آکي اي سالک!    هئه دل ديري وچ داگ.

32. عاشق اِک قؤل آکي    رهي وچ رؤپ رحيم،
فِکر در فکر هئه    نت رهي اِک نيم،
تَکَبر نهين تَن وچ    من الف الله طالب تيم،
سادل آکي سنگ سالکان    دمَ دمَ ديمان ديم.

33. عاشق اِک قول آکي آھ عاشقان سنگ ايم،
شاھ قلندر سخن کھيا تِس رھت رھتا ريم،
کبير، دادو، سندر جي سب عاشقان سنگ سيم،
سادل آکي سنگ عاشقان دم دم ديمان ديم.

(سر ريکتہ)

34. عاشق او جو اِک قؤل آکي ول اس قؤل تي اَوَس آئي،
منصور دي قؤل عين الحق وانگي لنؤ لالن سين لائي،
گھڙِ گار کفر دي وچ کڙا کيا خطرا کائي،
سادل! شل مَھر مؤلا مرشد پريم پيالا پُر پائي.

35. عاشق او جو اِک قؤل آکي پَل جسم وچ جل جائي،
پند پاٽان کدي پاڙان نت نبض کو قيد کائي،
ھوگا جب اِک حوالي جسم جان آگي چائي،
سادل! شل مَھر مؤلا مرشد پريم پيالا پُر پائي.

36. عاشق او جو اِک قؤل آکي کڙا ديکي عجاب عجيب،
دلِ وچ روز ڏيدار دم دم سنگ سارا اندر سِيل،
عشق دي عاشق کوُن ٿن تليگي تِس تِيل،
سادل آکي عاشقان سنگ برھ هوويگا ھر ويِل.

37. عاشق او جو اِک قؤل آکي چُپ رھي چؤقير،
جسم آني، روز اوجاگو ول برھ ويران وير،
درشن جِس جوتِي دا وچ وس گھيران گھير،
سادل آکي سِر لگي سمجھ کيِ سَمسِر سير.

38. عاشق او جو اِک قؤل آکي ڳل نہ قيري قير،
عاشق ھئہ، تو کَٽ سرِ رک کر تي گل سير،

در کڑا دیدار دیکھي وَڍ وڍي ٿي ویر،
سادل آکي سِر لڳي سمجھ کي سمسیر سیر.

39. عاشق او جو اِک قوٰل آکي گُر گم گیان ہِ گوت،
لگا اوھم سمسیر دا جھٹ مِیر مَر گئي اُن موت،
برھہ دل وچ آگ اٹ جَل بَل ھوت جوت،
سادل آکي وھ ھئہ سالک جو جوت سي ھوت جوت.

40. عاشق او جو اِک قوٰل آکي دلِ دیکن کو درَد،
دید دي دیکڻ والا جسم رنگ روح زرد،
لَک لا طمع مکان لاھوت گُر گم وچ ھئہ گرد،
سادل آکي وو سالک مَر مَر ھویا ھئہ مرد.

41. عاشق او جو اِک قوٰل آکي چا چشم لائي چوٹ،
آس عاشق کون عشق ونگي روندي ٹیندا ھئہ گھوٹ،
ھم اُس حال ہِ بي حال ھونگي کو ھوندا کوٹا کوٹ،
سادل! مھر مؤلا منگي ھؤنَ لوٹان لوٹ.

42. عاشق او جو اِک قوٰل آکي منگت دي سِر کاٹ،
جب سِر کاٹ دیا مرشد کو ول ڳیا اُس واٹ،
آپ اپني برھہ آگ وچ گھیڑ گھڑیا اُس گھاٹ،
سادل مولا مھر کري ٹن وچ ھون تاٹ.

43. عاشق او جو اِک قوٰل آکي توڑ لینت ھم غم ٹیک،
لک لا طمع لاھوت ڏي ڳیا ول برھ ھم دم ھو ویک،
درشن ھم چوقیر دیکیا سَنگ اُلٹا ھئہ ایک،
سادل آکي رنگ رب تعالیٰ رکي ھین ایک ہِ انیک.

44. عاشق او جو اِک قوٰل آکي دل وچ ھوئي غم جوئِي،
آس ہِ آپو آپ ھین سنگ سِکَل سربنگ سوئِي،

هم هوئينگي جب اُن سنگ درشن نهين هئه ووئِي،
ست سادول آکي رب تعاليٰ چاهينگي هوگا سوئِي.

45. عاشق او جو اِک قوٗل آکي در در کــڙا درويــش،
رنگ رب تعليٰ لڳو روح وچ هـمـدم کـڙا هـمـيـش،
درد دل حضـور ديـکـي دلِ پرديس، هَم اِس ديش،
سادل آکي سنگ سَروَنگ پِـنـڏ در ٺُـم پَـرويـش.

46. اُن عاشقان اِک قوٗل آکيا روح رومز وچ راسُون،
پي پُر پيالا پـريـم دا مَرم رهي نہ مَن ماسوُن،
هم معرفت مَرکي جِيئا ديـد ديـکـن داسـوُن،
سادل آکي سنگ سرونگہ گم گيان سين گياسون.

## جوڳي جنگ جوان

47. جـاڳـڻ جـوڳـيـئـڙن کـي اَتـئـي پَـهَـر آهـيـن،
هوُ تـان سُـتـائـيِ جـاڳـن پـاڻـئـون پـاڻ پَـچَـن،
ڏِيـل جـنِـيـن جـا ڏُبِـرا موُرئـيـن کـيـن مَـچـن،
سـادل! سـي مَـر مَـچَـن جي هوندا انهيِ حال ۾.

48. جـاڳـڻ جـوڳـئـڙن کـي اَتـئـي پَـهَـر اُداس،
هَـڏنَ سـوُر هـمـيـش جـو مـوُر نـہ هـونـدن مـاس،
جـيـئـري جان جلائـيـن تـا سـپِـنـي انـدر سـاس،
پـريـن تـنـهـنـجـي پـاس سادل! جي هوندا انهي حال ۾،

49. بـرهـہ بـاهـہ وجـوُد وچ تـا جـوڳـي جَـلائـيَـن،
هينئڙي سوُر هميش جو تـا چَـئـي وَل چلائـيـن.
پَسَـڻ جـنـهـيـن جـو پـڌرو تا گفتگو گـيـن گـلائـيـن،
لا الله لائـــيِــــن سادل! سُخَن سَهي کيو.

50. جوڳي هِن جهانَ جِي ڪانڻ نہ رکن ڪا،
دنيا دولت دُور ڪَن سنگ نہ رکن سا،
اوجاڳو انئي پهر ۾ ساهُو رَهَن صفا،
ڏيــن ڏجڻ ڪي ڏا سادل! سخن سهي ڪيو.

51. جوڳي هِن جهان ۾ پاهُون رکن نہ پير،
سدا هَلَن سامهان سُتي لوڪ سوير،
اُتي هَلَن اُن ڏيهہ ڏي پيرو پَجن نہ پير،
مَهَند طالب مَرڻ جا سدا گهُرن سي خير،
ڪلهہ اڄ ڪندو ڪير سادل! سُخن سَهي ڪيو.

52. جوڳين سندي جوءِ ۾ آهي گوُنگي گال،
اڳي هليا هُن ڏيهہ ڏي جوڳي هھڙي حال،
ميڙان سيڙان مَن جون پَئِي جي پاتال،
هل، هَڻ نعرا حُسُن جا موران چڏ مجال،
تہ نانگا تو نال سادل! ملندا سپرين.

53. جوڳي سندي جوءِ ڪا آهي عجب عجاب،
سدا سالم تي سجهي نيڙي نجهہ نجاب،
جادو ڪريندي جَبَر سان هوندي ڪو نہ حجاب،
جنهن جو حد نہ حساب سادل! سو آهي مون صاب.

54. جاڳڻ جو ڳيئڙن ڪي انئي پَهَر آهي،
فقير سڏائين تو ڦِڪا! تو ننڊ ڇو آهي،
مايا جو تِي منگتو واڪا ڪَرَ مَ وي،
وَڇَن واڍوڙين جا ساندي رک سي،

55. جاڳڻ جوڳيئڙن کي اَنئي پَهر اوجاڳو،
سدا جن جي سنگ ۾ رهي سامين جو سانگو،
سادل! سنياسين ۾ آهي برهه جو باڳو،
ڏوتو تن ڏاڳو جي هوندا انهي حال ۾.

56. جادو لايا جِن کي گُفتي ساڻ گُروُ،
سامين جي سَنگ ڏي تين حال حُروُ،
انئي پَهَر آتر ڏي رهن خوُب کُروُ،
جوڳي ساڻ سُرُو سادل! ساڻن سنگ ۾.

## سامي ۽ سور

57. سامي پنهنجي سوُر جو ڏس کنهن کي نه ڏين،
تلهي پاسي هوُن کِين، ٿَکَل پاسي تيس،
پيالو پي پريم جو کوري وچ کِين،
معشوقن کان منگي پِرت پيالي پين،
سادل! لوڪ سنسار سين کنڌ نه اوڏاهين کين،
دِيد ڏيکن نِت دِين جي هوندا انهي حال ۾.

58. سامي پنهنجي سُور جو ڏين نه کنهن کي ڏَس،
هَلي اوڏاهين ويا گونگڻ جيڏانهن گس،
بي گم ۾ گُم تيا واکا مون وسَ،
لال هِن لوڪ ۾ تيا جوڳي دِيد دَرس،
سادل! سي ساڻ سرس جي هوندا انهيءَ حال ۾.

59. سامي پنهنجي سوُر جو ڏسَ کنهن کي نه ڏي،
سِر ڏيئي جن سؤدو کيو ڏيندا تنِين کي،
ويئي اُنن کان واسنا رهيا سنياسِي سي،
سادل! رهيا انهيءَ راز ۾ کُتا کاتِي جي.

60. سامي پنهنجي سوُر جو ڏس مـور نـ ڏين،
سِر ڏنائون سک مان تورو ڪين تِين،
مرڻ کان اڳي مَري جيئري کان پوءِ جِين،
سادل! پريم پيالا نت پين جي هوندا انهيءَ حال ۾.

61. سامي پنهنجي سوُر جي ڳل نہ ڏين ڪنهن کي،
سِر ڏين جي سوُر مان طعنا ڏين تنهين کي،
سادل! سنياسين جي آهي جفا جهد جنهن کي،
ڪل نہ ڏي ڪنهن کي سامي پنهنجي سور جي.

## عشق جنين جي انگ ۾

62. عشق جنهن جي انگ ۾ ۽ جنهن سِر عشق جفا،
مَري جِي موج ڳن اها برهہ دي هئہ وفا،
ميري مَندي مَن جي سي سائوُ ڪن صفا،
نينهن ڳن روز لقا سادل! سودو آهي سورجو.

63. عشق جنهن جي انگ ۾ سي سائين نال سُني،
وري ويا واقف ڏي برهہ روز وُني،
ڪارائِي جِين ڪاڻ ڪي ڳاري ۽ ڳُني،
اتئي پَهَر اُتي سادل! سؤدو سوُر جو.

64. عشق جنهن جي انگ ۾ سو محبت ڪيئن مَٽي،
وني تلوار تِين جِي سو ڦٽ ۾ روز ڦٽي،
ڏڙ سِسي کان ڏار ڪري پاڙئون ڪدي پَٽي،
هَڙ ڏيئِي هَٽي سادل! سؤدو سؤر جو.

65. عشق جنهن جي انگ ۾ سوڪوُڙ نہ موُر ڪَٽي،
ڏڙ سسي کان ڏار ڪري عشق تلوار هَٽي،

چار قدم پاڻ چلي جو محبت ٿس مَٿي،
صدا ڪري سَٽي سادل! سؤدو سوُر جو.

66. عشق جنين جي انگ ۾ سي چُٽڪِي روز چَڪن،
انئي پَهَر عشق جو روح تي راز رَڪن،
سِيني اندر سپرين لَڪيو پاڻ لَڪن،
برهه روز بَڪن سادل! سخن سهي ڪيو.

67. عشق جنين جي انگ ۾ سي سِر جو رڪن نہ سانگ،
روح ڪي نِت روشن ڪن جو نِينهن نِسورو نانگ،
مچي پاڻي ري مري ٿن ۾ تِين تانگ،
وَل وَل وال وانگ سادل! انهي سِڪ ۾.

# هير رانجها

## راڳ برواس (سورٺ)

68. عاشق رانجها پر هير عاشق دَم ديکڻ کو دِيد،
کيڙا تو هاري ڪڙا ڪيا گيان پائينگي گِيد،
اِڪ پَل ڪڙي رانجهن تا حاضر هَم هِيد،
سادل آکي، اي سالڪ! اُس دِيد ۾ هئہ عِيد.

69. عاشق رانجها پر هير عاشق سمجهہ لو يائِي شال،
کيڙا ڪريندا خؤف سي ڪڙا جو وچ خطرا خال،
اِڪ دَم اگر رانجهن ديکي تو نين اکيان نال،
سادل آکي اِس و ڏِ سالک لعل هوئينگي لعل.

70. عاشق رانجهن پر هير عاشق جو هوگا اِس حال،
پڙ اِڪ عرض هئہ رانجهن کو هو برهہ وچ وِصال،

اندر ٻاهر اس حال ۾ دل ڪوش ڳم ڪمال،
سادل آکي، اس حال لعل هوئيسنگي لعل.

71. عاشق رانجها ۾ هير عاشق جسم هوگيا اِس حال،
اس تار سي ملي دم اِڪ تو تال ملي هم تال،
اِڪ لفظ اوهنگ دل تي تو چلي هم چال،
سادل آکي اِس حال لعل هوئيسنگي لعل.

## ماهي يار

72. ماهي يار دي دَر پَٽي آن جو حال مٺڏي دي معلوم هوئي،
پاند ڳچي وچ پائي آن ظاهر واتون جسمان جوئي،
اَن تڪ منهنجي حالان، واتان آهي نہ وائي،
سادل! اندر ٻاهر سوئي، صورت ڏيکان سڄڻ دي.

73. ماهي يار دلڙي دي حال محرم دل وچ سيني سرندي،
تئڏي نگاهہ وچ ڪڙي طالب، محبت وچ هين مرندي،
دوست هردم در درگا عشق آتڻ هين ويکندي،
سادل! اِڪ صورت سڄڻ دي هڻ دل وچ هَر هَر هُرندي.

74. ماهي يار دي مين ديدار ڪيتي مٺڪون پريم پيالا پايا هڻ،
ماهي يار مٺڏي اکيان وچ دم دم داما هڻ،
خدمت ڪيتي دلبر دي تو سلام درد دا آيا هڻ،
سادل! ماهي يار مهربان هين پُراڻ پڙهاوان ڪيڙي.

75. ماهي نُور حضور ديک مٺڪون جپ تپ پڙهہ پڙهائي هين،
مهند پنڌ ۾ اُڪل اُڪلون ڪيهي ڳالهہ ڪريندي هين،
ڪيڙي ڳالهہ ڪريان عشق دي تئڪون ٻَڌ قدَم نہ ٻهندي هين،
سادل! ماهي مهربان اسان تئون روح وچ روز رهندي هين.

76. ملیا مئکون استاد ماهِي    جاڻ معشوق جاڻندي هين،
سج چند عاشق اُن دي    تک اِنين وچون آندي هين،
تي دلڙي سنت سائي    هر دم هُو هوندي هين،
سادل! ماهي استاد اسان دي    پَل پَل اندر پڙهاتي هين.

77. ملیا مئکون استاد ماهِي    ديدار تيا اکيان کوُن،
علم استاد لفظ ٻئي    روز لکڻ هين لکڻ کوُن،
علم استاد دي رت رَتِي    روح وچ روز ڏيکڻ کوُن،
سادل! ماهي استاد اسان دي    لِک لکي چڏ ليکڻ کوُن.

78. ملیا مئکون استاد ماهِي    سدا مئڏي مَن ماهِين،
دل شوق دي اکر آهين    پُل نہ کڏهن پُلدي هين،
زمين فلک سب جڳ جڳي    گُروُ گيان گجندي هين،
سادل! ماهي استاد اسان دي    اُس تار وچ ترندي هين،

79. استاد ملیا ماهي يار اسان    روز سنگ سهٽي دي هين،
جادوگر لايا جنهن نال جادو جادان    مَن موهٽي دي رهندي هين.
ديدار تڏا ڏيک ڏيکان    لوي لَم سب کڙندي هين،
سادل! ماهي استاد اسان دي    کَتي کَپ روز کُهندي هين.

80. استاد ملیا ماهي يار اسان    جادوگر هئہ جنگ جَتا،
لوُٹ کر کيتي فن فنا    لکان کهڙي لُٹ لَتا،
مهربان سردار ملیا هئہ مان    چيڙ چيڙان هئہ چڏ چڏان،
سادل! ماهي استاد اسان دي    فضل قوڙا هئہ قوت قڏا.

81. استاد ملیا ماهي يار اسان    عجب رنگ هئہ اکيان دي،
نگاهِ ناز پُر پيا پيالان    نهين هئہ کار کارڻ دي،
اُس تک هئہ هَم هَمان    نهين هئہ پيا ڏيک ڏيکڻ دي،
سادل! ماهي استاد اسان دي    سدا رنگ رتي رهندي دي.

82. استاد مليا ماهي يار اسان   فراق تئڏي دل ڦٽي ڦٽڙي،
پٽون پٽون پئي در تڏي آن   چوڙيا نہ پڇي هَٽ هَٽڙي،
هوئا جو دل وچ هو دا هان   ڪَٽ ڪَٽ ڪيا ڪوڙ ڪٽڙي،
سادل! ماهي استاد اسان دي   محبت نهين مَٽ مَٽڙي.

83. استاد اِسان دا هئہ يار هادِي   سدا سجدو سلام آهي ڙي،
پُڇي پيالي پريم دي پيتي   پُر ٿيا پُر پيٽ آهي ڙي،
ديد دم وچ ديک ديدار دي   من وچ تجلا تايا ڙي،
سادل! ماهي استاد اسان دي   لُوٽ ليا من مئن ڙي.

84. اسان دا استاد هئہ يار هادي   ديدار بِن دل غم غمڙي،
پريت پيالِي پُر پيتِي   خوش ٿيا خيال خيالڙي،
حال ڪيتي بي حال هادِي   رڳ روح تي هُل هُلڙي،
سادل! ماهي استاد اسان دي   غم وچ محبت مِل مِلڙي.

85. اسان دا استاد هئہ يار هادِي   آگ أن دِي جلان ڙي،
محبت تئڏي وچ مُول مالي   کهڙا ڏيک ڏيکان ڙي،
قؤل مئڏي نال ڪيتي ماهِي   چُپ چال روز چلان ڙي،
سادل! ماهي يار اسان دي   محبت مِل ملان ڙي.

86. اسان دا استاد هئہ يار هادي   پُل سپ پچ ويئڙي،
سانگ ساهُو روشن صفائِي   پَلي مئڏي آ پِئڙي،
صورت سردار ساهُو تئڏي   قرب وچ سِجدا ڪيئڙي،
سادل! ماهي استاد اسان دي   دم دم مين واقف ٿيئڙي.

87. ماهي مئڪون دل وچ مليا   ڪروڙين سجدا سلام ڪيتي،
ماهي مئڪون ڏتي تَجَلي   ديک هُوئي عجب عجبي،
مَهَر سين ماهي يار دي   پريم پيالي پُر پِيتي،
سادل! مَهَر ماهِي دِي سِر سِيتي   هويا پريم پُرا پَري.

88. ماهِي يار ڪِتو سي دَرمَل  ڪُل وچ هادِي هُج،
چِين ڳُل وچ ڦُل هين  شمش قمر نه سُجهدا سُج،
حاضر هين حُب مين  "مون" ۾ مُول مَ مُج،
هادي ڪڙا هَر هرين  پُول پِي مَ پُج،
سادل! ماهي اسان دي آج  جن روز اجل ۾ ڳُل ڦُل ڳُل ۾.

89. واهه واهه ماهِي صورت والي  يَلي ياڻ تُور تَجَلي،
اندر ٻاهر واهه اسان وچ  زمين فلڪ وچ و چِلي،
دِل دلبر دي دِيد وچ  روح ماهي دي هِجَل هِجَلي،
سادل! ڏيک صورت سڄڻ دِي  تيا طُور تَجَل تَجَلي.

90. ماهِي يار ڪتِوسي دَرمَل  روشن ڏِس، صورت عجب، الا الا،
رُخسان وچ نئنان روشن  ڳڻ ڏِس، ڳالهيان عجب، الا الا،
رب تعاليٰ جنهن سِر راضي  حبان حب، عجبان عجب، الا الا،
سادل تئڏي در دا سوالِي  پريم پيالا پيا عجب، آلا الا.

91. ماهي نور حضور دي تَجلي مئڪون  ڪتِا، حيران هر دي مانهن،
بدن ۾ تَجَلِي ڏيک مئڪون  ڏيک دَرَڻ دي هين ڏانهن،
سج چندٻ سين سرتاج هين  محبت ماهِي وچ مَن مانهن،
سادل! تئڏي درس دِي  دِن رات هئه درد دانهن.

92. اسان دا استاد هئه يار هادِي  پريم پندا پسندا هان،
ڪاتِي عشق دي وَڍِ ڪيتي  ڪروڙين ڪير ڪسندا هان،
عشق پريم ڪيتا وڏائِي  رنگ روپ ڪنون ڏُور رهندا هان،
سادل! ماهي استاد اسان دي  چشم ڪڙا خوب خوشندا هان.

93. استاد اسان دا هئه يار هادِي  ڪيون عشق دا سِجدا ڪردا هان،
سِر تِري وچ رک رادِي  معرفت دي مؤج مردا هان،
وڏا پير ولِي حال حالِي  دم دم سوالي تو در هان،
سادل! استاد سِڪ سڪائين  سدا در سخي رهندا هان.

.94 استاد اسان دا هئہ يار هادِي هما کُل وچ اِک هلندا هئہ
سج، چند، اُفق، سمائي ڪڙا تنهن نال جلندا هئہ،
ڪڙي دِي ڏيک ڪڙ ڪڙائِي در سب آن دي ڪسندا هئہ،
سادل! ماهي استاد اسان دي سِر ساهِي مِل ملندا هئہ.

.95 استاد اسان دا هئہ يار هادِي سِجدا جنهن ٺون ڪريندي هين،
اُس ٺک وچ گهندي گهارِي پيرين اُن دي پَل پَل پئندي هين،
اُنان دي پار هئہ سرهائِي تار اُنِين وچ ترندي هين،
سادل! نهين هئہ اُت غم غمائِي غم دي سنگ گلندي هين.

.96 استاد اسان دي هين يار هادِي دل جنهن ٻن ڪريندي دانهان،
اَج ناهي اُس تک ماهِي دم وچ دم ڳولندا هان،
دِل دِل مِل دِيدان دِيدِي تنهن غم دا مُول مُلندا هان،
سادل! يار اسان دي هئہ ٻوڏ ٻولي ميٺا ٻول ٻولندا هان.

.97 استاد اسان دا هئہ يار هادِي خيال نہ رکندا لعل رتي،
برهہ آگ سادِي وچ ٻلدي تيل ڪڙاهہ وچ تال ٺَتِي،
سدا روز نگاهہ سرتاج سائِي مَهَر ڪيتي مال مَتَي،
سادل! دوا ڪيتي يار اسان دِي ڪَٽيا سب ڪال ڪَٽِي.

.98 استاد اسان دا هئہ يار هادِي نگاهہ دا هئہ نُور نفا،
دل روشن اسان دي رکِي هئہ وچ ورِهہ وفا،
حال اُنان دي بي حال ڪيِتي جَل ڳئي حب جير جَفا،
سادل! دوا ڪيئي درمل دانِي سچڙ آهن صاف صفا.

.99 اک ڪڙي ماهِي وچ اکيان روح ڪڙي ماهي وچ رُوح،
مَن ڪڙي ماهي وچ مَن سونهن ڪڙي ماهي وچ سُوح،
ڪينو ڪڙي ماهي وچ سيني ٺاهہ ڪڙي ماهي وچ ٺوهہ،
سادل! ڪڙي تماسي ٺوهہ، هُو، هُو، هُو هين هُو.

## هو هن هر جا حاضر

100. هادي اڳي پڇي هوسن — هر ويل هر جا هادي،
کريندي سِر قربان قدمن — دوست دي هئہ دِلدادي،
تخت تُور دِي صورت تئڏي — ڳُپتي نهين، ظاهر هئہ گادِي،
سادل! درشن کر سجڻ دِي — صورت هئہ سادِي ، سادِي، سادِي.

101. هادي هَر ويل هوئي — هم دم هم حاضر،
پهرين پاڻ کَر پَري — برهہ ويراڳ کُون کر صادر،
پاڻ پاڻ کُون پرزا کَري — صفا دل رگ صوفي قادر،
سادل! ول درشن ديک سجڻ دي — انگ انگ وچ هئہ حاضر ناظر.

102. نبضان قد مان کائين — مئکون هادِي هِک وٽندِي،
ساهو سردار تئڏِي صورت — نيٽان وچ هئہ نٽندِي،
روز اسان نون يار هادي دِي — سمسير هئہ سُڻ سٽندِي،
سادل! صورت ڏيکڻ سجڻ دِي — سالم هئہ، نهين سوال سٽندي.

103. نبضان قدمان سر نائين — اهڙا ڏيک ڏيکيا مئن،
قربان هوئي هادي قدمان تائين — جئہ کروڙين سجدا کريندي هئن،
ظاهر باطن مرشد دکائين — تو نهين مئن هون مئن،
سادل! صورت ڏيک سجڻ دي — ٿيان عرضدار عاجز مئن.

104. نبضان قدمان سر نائين — ديکيو سال سالين وَل دَرسڻ،
سِک تئڏي سيني وچ سائين — برهہ بادل ول آئي وَرسڻ،
تئڏي مورت هئہ مُن ماهين — تانگهہ تئڏي هئہ ٿُل تَرسڻ،
سادل! صورت ڏيک سجڻ دِي — پَل پَل دلڙي هئہ پَرسڻ.

105. نبضان قدمان سِر نائين — بازيگر دي ويکو بازي،
ماهي فضل کيتي سِر مئڏي — راتان ڏينهان رب راضِي،

پوڙ اسان کون روز ٻُڌائين   اڳي پڇي هوون قاضا قاضي،
سادل! صورت ڏيک سڄڻ دي   هئہ حاضر حضوري.

106. نبضان قدمان دي انگ   کروڙين سجدا کر کريسي،
اهو حرف دل وچ دنگ   مرندي روز مريسي،
هکدم هادي مليو هئہ هَنگ   ڳَل دا جهيڙا پيا ڳَريسي،
سادل! دوا درمل کندي دنگ   قيرا ول پيا ڦريسي.

107. نبضان قدمان دي اَنگ   سِجدا روز کئين کريندي،
هر قدم وچ اُنان دي سَنگ   عاشق روز مَن مَريندي،
رهندي نہ اُنان دوُر دَنگ   جي پريم پيالا پريندي،
دم دم رمندي رَنگ   سادل! ساعت کين سريندي.

## لکا گهمن لوک ۾

108. جادو لايا جنهن نوُن   هئہ تنهن نوُن کهڙي ڳَل،
برهہ باهہ وجِوُد ۾   تي جلي روز جَل،
ڏکن سورن جِي ۾   هوندي تنهن کي هَل،
خفر کفر کائين خلق ۾   ڳُوڙهي اهڙي ڳَل،
هيئين اندر حال جا   پُور پَوَن پَل پَل،
سادل! چِکَن سندن چُل   تہ بہ لِکا گهمن لوک ۾.

109. جادو لايا جنهن نوُن   تن سِر جو ناهہ شَک،
عشق نانگ اَرڙ جو   اتن چورو چَک،
تِير چِنين جي تُن ۾،   سي کندا روز کَک،
چُپان چُپ آهن چالوُ   طالب اهڙي ٿَک،
معشوقن جي مَچ ۾   هوندا طالب حَق،
پريت پَکي پَک   تہ بہ سادل! لکا گهمن لوک ۾.

110. جادو لايا جن جوڳي تِين جوڳي آهي ياد،
خواب خيال دل خطرا پَنجَئِي رهن پاد،
بي حد واري وچن ۾ اتن عجب عقاد،
سادول! روز سَمونڊ جا اتن ياد اُهي ناد،
ڏِنَ دوست داد تہ بہ سادل! لکا گهمن لوڪ ۾.

111. جادو لايا جنهن نُون چا چت سين چَيو،
تنهن برهہ پريو هنيئُون خلق تان مَن گنيو،
محبت جو مَچ ٻريو جنهن هينئين منجهہ هَنيو،
نکي ڪال ڪِينئُون تہ بہ سادل! لکا گهمن لوڪ ۾.

112. جادو ڪيس جنهن کي جوڳي لائي زور،
موڙ پهرين مُٺ کي گهوُري ڪيس اگهور،
آئي جوڳي اوچتي چوري ڪَيَس چور،
پڳو پرم جو پور تہ بہ سادل! لکا گهمن لوڪ ۾.

## جي نانگو چوائين نات

113. جي نانگو چوائين نات تہ ڳن نہ چِرج ڪا،
سيليون سنج سڳڙا سامي سنگ نہ سا،
سانگو ڪيو سِير جو تان پير نہ اُتاهين پا،
پسندي پارس تئي جي چئين هوند چا،
سخن سڻ سَتگر جا لائي اندر لا،
مري پؤ ميدان ۾ جيئرو تو نہ جُڳا،
مِتو آهين محبوب کي جان ڏِنو جنهن جا،

114. جي نانگو چوائين ناٿ تان ڦر ڦر ڪر ڦِٽي،
ڪاني ڪرامت جي سا اُجلي چڏ اِٽي،
مدي مَدي معاف ڪر چگّي رک چِٽي،
ڦيري پاڻ ڦِٽي تان سادول! ملندءِ سپرين.

115. جي نانگو چوائين ناٿ تان مُنا ڏي مَن کي،
روڪي رکج رمز ۾ تسا ڏيئي تَن کي،
مايا جو تي منگتو چو پُڇين ڪنَ کي،
هَڻ ڪاتي هُون کي تان سادول! ملندءِ سپرين.

116. جي نانگو چوائين ناٿ تان ڪر راس روح رَت،
واري پاڻ وجود ۾ وڙي انهن کي وَت،
مل اندر محبوب کي سندي گرو گيان گت،
پُورِي رکج پَت تان سادول! ملندءِ سپرين.

117. جي نانگو چوائين ناٿ تان ڪوهه تو ڦُٽين ڪَن،
وٺي ڪاتي عشق جي چو نہ ڦُٽين مَن؟
چو ڏورين هنگلاج کي چو تو ويهين بَن؟
کُلي پيا ڪِير جي چو تو انڌا ڪائين اَن؟
پَري نہ ڳولج پاڻ کان تون ڦِري ڏورج تَن،
گهَر اندر لا گهَن تان سادل! ملندءِ سپرين.

118. ڪنڌ نہ ڪجئين ڪيڏهين جي نانگو چوائين ناٿ،
تِکي تلوار عشق جي جا هلي سجڻ هاٿ،
سِر ڏِنو سِجدو ٿيو ساعت انهيءَ سات،
هَن هينئي کي هاٿ تان سادول! ملندءِ سپرين.

119. نانگا ڳالهہ نينهن جي آهي الف اٽي،
اجا ٿئي آلس انگ ۾ اهڙي ننڊ گهِٽي،

مَري پؤ ميدان ۾ هيئين سؤل هَٽِي،
چوکو پيالو چپ کري چَپان کڏ نہ ڇَٽِي،
پر تو آهين پرينءَ کي وٽي تان وَٽِي،
کوُري رک کٽِي سادل! سخن سهي کيو.

120. جي نانگو چوائين ناٿ تان کِلڻ ناهہ موب،
هَل سِگهو تي اوڏهين برهہ جيڏانهن بُوب،
مُورئِين رهہ ماٿ ۾ حيلا ڇَڏ خُوب،
مَر مِٺي محبوُب تان سادل! ملندءِ سپرين.

121. جي نانگو چوائين ناٿ تان نانگا تي نانگو،
ريلا دِلبر رت جا کر روح کي رانگو،
ڏڙ سِسي کان ڏار کر گونگو تي گانگو،
سِر جو ڇَڏ سانگو تہ سادل! ملندءِ سپرين.

122. جي نانگو چوائين ناٿ تان طمع ڇڏ تڙا،
وهم وڏائي وجود مان کوري کڏ کڙا،
ڇگي مَدِي ڇت تان ڇڏ هيئين هڙا،
جگِر ڇڏ جڙا تہ سادل ملندءِ سپرين.

## ڏوهيڙا

### (سُر راملکي)

123. رامکلي ڏکيا هک سُکيا کهي نہ کوءِ،
راملکي سوئِي کهي جو ڏکياري هوءِ.

124. رامکلِي ڏکيا هِک سُکيا کهي نہ کوءِ،
رامکلِي سوئِي کهَي رام سنيهِي هوءِ.

125. رامڪلي ڏکيا هڪ درد جنهين کي ڏک،
انئي پهر اُن کي سادل ننڊ نہ سُک.

126. رامڪلي ڏکيا هڪ سدا جنهن تي سُور،
اوجاڳو اکين تي سادل! ماس هڏ نہ مُور.

## جي هوندا انهيءَ حال ۾

127. رامڪلي ڏکيا هِڪ سُکيا ڪهي نہ رام،
برهہ باهہ وجود تي جنهن پَر اُئي جام،
ويندا ڪڏهن نہ ويسرا چِنَ ڏيرج اندر ڏام،
سادل! ڪندا روز سلام جي هوندا انهيءَ حال ۾.

128. رامڪلي ڏکيا هڪ مُوران مَرنَ مَتا
ٻاهر ٻولي ڪو نہ ٻي لعل رنگ نال رَتا،
وچ واڍِ وڙين وَٽ جي ڳُوري جيئن ڳتا،
باهہ ڪڙهائي تيل وچ تين تين روز رَتا،
سادل! سُپرين جي پريت اِبن پَتا،
چُپيا، رهن نہ چِتا جي هوندا انهيءَ حال ۾.

129. رامڪلي ڏکيا هڪ جان مرشد ڏکِ ڏتي،
اَرٿ اُلاريو نہ آگ وچان سا ڳَتڻ ڪيئن ڳَتي،
حق چِنين وٽ ها سي مَر معرفت مَتي،
سادل! مرشد مون مِليا تنهن پل ڏينهن ٿتي،
چيتن روز آهن چُتي جي هوندا انهيءَ حال ۾.

130. رامڪلي ڏکيا هڪ ڪيس فڪر روز فراق،
شمس قمر اُتي نا سُجهي نڪو اُت اوطاق،
سادل! سُور ڏکن جا هو هميشا هيراڪ،
پاڪن ۾ بہ پاڪ جي هوندا انهي حال ۾.

131. رامڪلي ڏکيا هڪ سُکيا ڪھي نہ ڪوءِ،
اڌ گھڙي ڪجي اڳي پرھہ ڦُٽي ڪان پوءِ،
رامڪلي برواس ڪان پوءِ سلامي ھوءِ،
درد ديوانان دل تي روح اندر نِت روءِ،
حقيقت جنھن اڳي ھئي، مھندان جيئرا موءِ.
تان رب تعالي توءِ جي ھوندا انھيءَ حال ۾.

## ڏوھيڙا

132. ڦِر ڦِر دلِ سرِ ڪو ڪُٽ ڦِٽ آپ ڪو ڦُٽي،
تِل تيل وچ جئسي جَلي تئسي طلب ۾ ھم تَات.

133. جب برھہ واسينگ ڏنک ڏنکي درشن وچ ڏيک ڏِٺي،
چَڏ عُمر کي ڪُوڙي چَلي چَل چَرا ۾ ھم چَلت.

134. رھبر رضا راز ڏني پِند پانچ پاڻان پَٺي،
سِڪ سخن ٻِي نيڪِي نَلي حق ھَلت ۾ ھم ھَلتَ.

135. ھم حرص کِي ھَنبو ھَٽي لُوٽ اُس ڪو آپ لُٽي،
چَپ چورڻ نيڪي چَلي چُپ چال ۾ ھم چَلت.

136. نِت نظر ڪَئسي نَٽي خود خيال ۾ ڪيل گَٽي،
گم گلت ۾ ھَم گَلي اُس گَلَت ۾ ھم گلت.

137. گھٽ وڌ کي بابت گھٽي ويرو وروڌ وچ ڪيا وَٽي،
حق مَھَر ۾ ھٽ ھلي حق ھلت ۾ ھَم ھلت.

138. مُجھ محبوب ڪئسي مَٽي تر تاپَن ٽَٽي،
پَنک پانچ ڪو ائسي پَلي پَنچ پَلت ۾ ھَم پُلت.

139. سادل! سودو سِر سَٽي پُور پريم ليا حق ھَٽي،
آگ برھہ دي تن وچ بَلي بَھُو آگ ۾ ھر بَلَت.

# مرشد جي وڏائي

## ڏوهيڙا

140. سادل! مرشد تو سُجهي چـئيـن وچ چوڌار،
وڏي وڏائـي وڏن جـي حـد اَتـن اگـم اپـار.

141. سادل! مرشد تو سُجهي چـئيـن وچ چوڌار،
وَڏِي وڏائـي وڏن جـي مُـٽ اتـن نـہ مـار.

142. سادل! مرشد تو سُجهي ڳـل ڦُـل وچ ڳـل،
وڏي وڏائـي وڏن جـي پـيـو نـہ آهـي هُـل.

143. سادل! مرشد تو سُجهي اکـيـان وچ بـي خـيـال،
وڏي وڏائـي وڏن جـي کـيـئـا هـئـہ نـهـال.

144. سادل! مرشد تو سُجهي ڳـال ڳـالا جـي ڳـال،
وڏي وڏائـي وڏن جـي سـهـڻـا سـي سـال.

145. سادل! مرشد تو سُجهي چِـيـن نـہ آهـي چُـون،
وڏي وڏائـي وڏن جـي هُـون سـدائـيـن هُـون.

146. سادل! مرشد تو سُجهي سُـڻـي سُـخـن جـواب،
وڏي وڏائـي وڏن جـي سـڀ کـو ڳـن ثـواب.

147. سادل! مرشد تو سُجهي ديـدان کـر دَم دِيـد
وڏي وڏائـي وڏن جـي آهـي اُلـٽ سُـلـٽ عـيـد.

148. سادل مرشد تو سُجهي قَـسـمَ مـرشـد کـوڙ،
وڏي وڏائـي وڏن جـي هَـڏ نـہ اهـي هـوڙ.

149. سادل! مرشد تو سُجهي قسَـمَ مـرشـد قـول،
وڏي وڏائـي وڏن جـي صـورت هـئـہ انـمـول.

150. سادل! مرشد تو سُجهي مـرشـد مـئـڏي مـالِـڪ،
وڏي وڏائـي وڏن جـي خـلـقـت وچ خـالـق.

151. سادل! مرشد تو سُجهي بي شڪ آهي وئد،
وڏي وڏائي وڏن جي قولن ۾ آهي قيد.

152. سادل! مرشد تو سُجهي سيني وچ سردار،
جنهن تي مهر نظر دي سي ٿيا خاص ڪردار.

153. سادل مرشد تو سُجهي سائين هر دم سا،
وڏي وڏائي وڏن جي هر جا سندن جا.

154. سادل! مرشد تو سُجهي جهنگ جهر وچ جهوڪ،
وڏي وڏائي وڏن ڄي هئن سي لوڪ پرلوڪ،

155. سادل! مرشد تو سُجهي تَن مَن توڙان توڙ،
مون جهڙا مون ڪان يَلا آهن اُت ڪوڙان ڪوڙ.

156. سادل! مرشد سدا آهي ڏدن جو ڏاتار،
مون جهرا مون ڪان يلا اُتي آهن انب اَپار.

157. سادل! مرشد سدا ڏڏن ڪي تو ڏي،
مون جهڙا مون ڪان يَلا اُتي لکين ڪروڙين ڪي.

158. سادل! مرشد سدا ڏئي جنهن ڪي تو ڏئي،
پنهنجو پار پاڙ وٽ ٻيا رهن ٻئي.

159. سادل! مرشد سدا ڏئي جنهن ڪي تو ڏي،
فِدا انهيءَ تي فِدا سي ڪروڙن مان ڪي.

160. سادل! مرشد سدا ڏئي تنهن ڪي تو ڏي،
جُدا سي رهندا جُدا لهندا سي ڪي ڪي،

161. سادل! مرشد سدا ڏئي جنهن ڪي تو ڏي،
جُدا سي جُدا ها داتا ڪِن جو ڪي.

162. سادل! مرشد سدا ڏئي سين ڪي ڏي،
پياسا پُر ڪري جي اڇن جان جي.

163. سادل! مرشد مانڻ مان جو سجدو سِر ڏئي،
رهي نہ اُن جُدا جدا پرسن کر پيرين پئي.

164. سادل مرشد کِي مهما جو سُڻ سُڻت،
جنم مرڻ مِٽ جا چيتن او چُٽت.

165. ساجن سُپيرين کي سوا لک گُن سلام،
سادل! تون پڻ کي تن کر عرض کلام.

166. ساجن سپرين کي کروڙين گُن تعظيم،
سادل تون پڻ کي تِن عرض کر عظيم.

167. سادل! مئڏي مرشد هئن سب شاهون کي شاهہ،
ميرون کي مِير هئن بادشاهون کي بادشاهہ.

## متفرقہ

168. هم تمهاري دَر کڙي هئن دَم دَم دي ديدار يار،
محبت مِڙني کو روز هئن سُرت نِرت غمگسار يار،
عشق اوهنگ سنگ هئہ تَن تار هو اک تار يار،
سادل! اکي عاشقان انگ هئہ دَم دَم دي ديدار يار.

169. اِک عجب سخن مرشد آکيا تون تول ول تول،
جب طالب اِک تالا کڙا تون کِڙکِي تين دي کول،
ست وَچَن مرشد سدا تون پوۃ اُنين دا پول،
سادل! سودا سِر سائي ميلا تون کر تين دا مول.

170. اب عشق دِي راهہ آکان جو چليگا اِس چال،
محبوب مؤلا اِک مالان نِکٽ اکيان نِت نال،
مرشد وچون علم آيان پُورا تنهن تت پال،
سادل! اس طرح عاشقان لال هوئينگي لال.

171. بَرگ درخت ٻن هر ديس ديکي    چلني شمش چال،
عجب جئسي کيل اُس کي    هر حال ۾ بي حال،
بي انت اويس خاوند هي    چُپ رک اپني آل،
سادول آکي اِس طرحي    لال هوئينگي لال.

172. برگ درخت ٻن هر ديس ديکي    نہ هر دؤر نہ نال،
اندر ٻاهر اِک سيکي    خوش حال ۾ حال،
قل قُول خوب هين وَرکي    ڏند مور نہ ڏال،
سادول آکي اِس پَر کي    لال هوئينگي لال.

173. عاشقان اِک قول آکيا    مات آهي مؤر مؤن،
دانهن دل وچ درد ديرا    تُم هو هميشہ هوُن،
مرشد مئکون سخن آکيا    چُپ دل کي چوُن،
سادل آکي اي سالکا!    نہ کر چين نہ چوُن.

174. ڳجهي ڳالهہ گُروءَ جي    کنهن کي کِين کَهي،
مَرِي جي تان مِلي    روح وچ رمز رَهي،
تان تُو آهين تُو مين    سادل! لَهہَ اين لَهي،
نيک پوندو نهي    جو هوندو انهيءَ حال ۾.

175. عاشق آهين عشق جو    تا چَڏ قرانا قِتا،
کاتِي انهيءَ عشق جي    کُنتر کُئين کِتا،
ديدان نت ديدار کَن    وهي پاڻ وِتا،
سادل! ملنڊءِ سِر سِتا    سؤدو بہ آهي سِر جو.

176. اڏ گهَڙِي سج کان اڳي    آهي رامگري جو رُوپ
ساعت اِن سوير جو    سامي کَن سَروُپ،
برهہ راڳ وچ هئہ    اِک عجب اَلوُپ،
آهي اگمَ آگيا اروُپ    سادل! سخن سهِي کيو.

177. صفا سا هوُ تو سُجهي جکو کري جواب،
سخن پيو سَما تہ آهي عجب عجاب،
کونہ سٽيو مون کٿهين مرشد جو ملاب،
سادل! روز سباب صفا سا هوُ تو سُجهي.

178. شمش قمر کي نہ سُجهي معشوقاڻو مي،
اوري اوري کان اوري پَري پَري کان پي،
آوئي تک اوڻ جاوڻو سُڌ سَماليو سي،
پريون سادل! چي شمش قمر کي نہ سُجهي.

179. توُن توُن کرين اُتي توُن نکا تائِين،
پيرو پڳو پرم جو مگرم نهين مَن ماهِين،
آتڻ کتڻ نہ اُتي نهين تند نہ تواهين،
سادل! ساڏو "لا" سائين هوُ مان ساهہ هيکڙو.

180. وڏي نگاهہ وڏن جي دل معلوم دل يار،
مَهَر کيتيِ مَهر موُن صورت دي سردار،
روح روشن رنگ رنگون ديدان کَن ديدار،
صورت وچ اِک سار سادل! مرشد تو سُجهي.

181. نهين سادي قدم ناهين پرڏيهہ وچ ڏيهي ڏٺو،
اُتي اِتي دا ناهين نئنان وچ هئہ نُور نِتو،
خوش تِي کلڻ کائين پرهہ قُتي کن قِتو،
سادل! کڙي تماشي سائين مرشد ٻول سپ مِتو.

182. درمل کيتي دِل دي هُڻ سدا هين انگ سنگ،
رنگ رتي اِک رب دِي رُوح لڳو سو رنگ،
روح لڳو راهہ اِک دي هوُ آهن حاضر هنگ،
جُدا نہ کج جيءَ کان صورت سائين وچ سَنگ،

سمجھي سائين سڀ ڪان  جو آگ اندر آنگ،
مھر تي مھر منجھان  سادل! دل وچ ھئہ دَنگ،
مانجھي مَٺ نہ مر دنگ  منزل بہ ھئہ مردان ڊِي.

183. پَل پَل پوي پريم جِتي  اُت مان جي عِيد،
جھڙ ڦڙ ھئن ھَر ھِتي  پر اسِين وچ قِيد،
تيز تڪي تلوار جِتي  اُت درسن ھئن ديِد،
سادل! ڏس صورت سڄڻ سيِد  ڇڏ نہ ويرا وڃڻ جي.

184. لوڪ ھئن پر لوڪ ھئن  مالڪ ھئہ مَھَر ڊِي،
عشق ھئہ عاشق ھئن  فوج نھين فخر ڪِي،
ڪروڙين ڪُني قول ھئن  جڏھن نوُر نظر تِي،
عاشق ڪڙي وچ انگ ھئن  نھين خوف لھران دِي،
سادل! سائين سموندڊ ھئن  گھُر مَھَر مؤجان دِي.

# سر سارنگ

## آھيان تنھنجي آسري

(1)

185. اُجائي اڳي آھيان  ڪيئن ڪريان ڪسا،
ڏکن سورن ڏٻري  توڙان روز تَسا،
سادل! تئڏي درس دِي  پَلرَ روز پَسا،
مؤلا! مينھن وسا  آھيان تنھنجي آسري.

(2)

186. اُجائي اڳي آھيان  ڪَسا ڪيئن ڪَري،
بنا سرچڻ سڄڻين  جھڙڪن روز جھَري،
توڙي تَسا تَن ڪي  متان روز مَري،
سادل تئڏي درس ري  پلڪ نہ ھوندا پَري،
مؤلا مينھن ڪري  آھيان تنھنجي آسري.

(3)

187. أجائي اڳي آهيان واڪا ناهه وس،
وڏن جو تون وڏ وڏو مون تان لڏو مس،
لڏي ويا لاهوت ڏي ڳرو تنهنجي ڳس.
سادل در تنئڏي سڪي جي تون ڏئين جس،
مولا! جهڙ مينهن وَس آهيان تنهنجي آسري.

(4)

188. اجائي اڳي آهيان ڏُتڙي توري ڏينهن،
لکين طالب در لتا صورت ڏسِي شينهن،
سادل در تنئڏي سِڪي ننگ نباهج نينهن،
محبوب! وساءِ جهڙ مينهن آهيان تنهنجي آسري.

(5)

189. ڪنوڻ تي ڪلڪون ڪري وڄ ٻه ٽي ٻڙڪي،
مٿي ڳهور ڳهري ٿو ڪڪر ٿو ڳڙڪي،
سادل تنئڏي در سِڪي چوٽي تان چڙڪي،
ڪر جهُڙ مينهن ڪي آهيان تنهنجي آسري.

(6)

190. ڪنوڻ تي ڪلڪون ڪري پل پل چوڏار وڄ،
گهور چئين ڏي ٿو ڳڙي سُجهي مُور نہ سِڄ،
سادل در تنئڏي سِڪي پر پئي ول ٻڄ،
سُڻ ڳال سمجهه سالڪ رهبر جيڪا رڄ،
ڪامل! جهڙ مينهن ڪِڄ آهيان تنهنجي آسري.

(7)

191. کنوڻ تي کلڪون ڪري ڪــڙڪــا وڄ ڪــڙي،
روح بہ پيو ريھون ڪري رنِــگ رنِــگ رَڙي،
انــھي تــنــھــنجي آگ ۾ ســـادل روز سَـــڙي،
جھڙ مينھن ڪِج جھَڙي آھيان تنھنجي آسري.

(8)

192. ڳال آھي تنھنجي ڳري سادل! سال بہ سال،
وٺا مــيــنــھــن وصــال آھيان تنھنجي آسري.

## سارنگ آيو سنيري

(9)

193. وڄن پــھــ وسڻ جــو گــھوروُن گــھور گــھات،
اوُنــھــي جــِــن آگ ۾ تِين تِين تنھنجي تات،
سادل تنھنجي درس لئہ روح بـــ لاتِــي لات،
ڏِس مــتي جُــھـڙ جــھات سارنــگ آيــو ســنـيـري.

(10)

194. وڄــن پــھــ وســڻ جــو تـــاڙا ڪــن تـــوار،
ڪــڪــر وڄ گــوڙ ڪري ديــدان ڪــن ديــدار،
ڪوڪان مور ڪوئلڙيان ڪن تــڙ تــي ٻــيــڙا تــار،
سادل! سنجھ سويري سار سارنــگ آيــو ســنــبــري.

(11)

195. وڄــن پــھــ وســڻ جــو ھَــر جــوُ مــيــنــھــن وَلا،
ڪــوئــلــڙيــان ڪــوُڪ ڪــن يـــلا روز يَـــلا،

موڪل ڏي هُڻ مينهن کي   جهڙ کي کيم جهلا،
تڙ ٻيڙا تار تي   ايڏو ڀال ڀَلا،
جهڙ مينهن ڪر جهڙي   تڙ تي تار ٿَلا،
سادل تو در سِڪي   ڳجهي ڳل ڳلا،
راول! مَهر رَلا   تہ سارنگ اچي سنبري.

(12)

196. سارنگ آيو سنبري   چيڙان چيڙ چيڙي،
ڳوڙها ڪڪر گڏ ٿيا   ميڙيو تو ميڙي،
وِڃُن جڏهن وس ڪن   تڏهن تو تيڙي،
وَل ول و ڄِلي ول وسي   جهڙ لايو جهيڙي،
سادل! گهڙ انين گهيڙي   پاٽي پي پُر تي.

(13)

197. سارنگ آيو سنبري   گهور ڏي گهوري،
پلر پاٽي پڊرو   جيڏي تيڏي جوري،
سادل! سانوڻ تو سُجهي   چار ئي چڪ چوري،
هُن ڪيئن سَري توري   جہ روح وچ روز وَس وَسي.

(14)

198. سارنگ آيو سنبري   مار گهَتي دل مينهن،
ول ول بادل جهڙ وسي   ڏمر لاتو ڏينهن،
جهر جهنگ ساوا ٿيا   نِت نت نئون نينهن،
سادل! ان پر ايئن   مينهن وسائج مون مَٿي.

(15)

199. سارنگ آيو سنبري ول ول مينهن وَسي،
عاشق جو اصل دا راتو ڏينهن رسي،
ڪتي وڃون ڪتي مينهن جهڙ ڪي روز جهَسي،
پَلَرَ روز پسي سادل سيني مانهِين.

## متفرقہ

(16)

200. وڃن پهه وسڻ جو آتن هَل هَلان،
سانوڻ ري سڀ ڪن دانهون دَل دَلان،
تڙ بيڙا تار تي جهڙ قڙ روز جهَلان،
سادل تئڏي درس لئہ رهبر رَل رَلان،
شل محبت وچ مَلان مؤلا وسائي مينهن مَڙو.

(17)

201. وڃن پهه وسڻ جو ڪڪر گوڙون ڪن،
اُڄ لڳي انگ ۾ تا سا آهي ٿن،
جهڙ قڙ مينهن ڪج ماندو تو ري من،
سانوڻ سنگ سيل ڪيا وٺا وا وا وَن،
ڪامل ڪَرَم ڪَن تہ سادل! سِڪ سَري.

(18)

202. ڪنوڻ تي ڪلون ڪري وڃون مينهن وصِال،
دانهن اسان دي تو درين هيٺو منهنجو حال،
ايڏي تنهنجو آسرو ڳجهي نہ رهي ڳال،
تڙ تي بيڙا تارئين يلا! ايڏو تو يلا،
آسري تنهنجي الله سادل! طالب آهن لال.

# ڪافيون

## سر پرڀاتي

## راڳ برواس

203. ٿل: هَٽ آئـي وٽـري هَڻ چو وڃائين تو،
چـو وڃائـيـن چـو وڃائـيـن تـو....

1) وڃڻ تنهنجو آهي ويچارا رهڻ نہ آهي ڪو،
واٽ اوکـي وي وڙاٽـا پؤ انهيءَ جو پؤ. هـٽ....

2) دلِ اَڙي دنـيـا ۾ مـيـان تون آهين توُن جو،
مَلَڪ ايندا مؤت جا ميان پَل نہ رهنديـن پـو. هـٽ....

3) دانهون ڪر اُٿي درپيو ميان راتيان ڏينهان رو،
لڄ پـوي ڪا لا طمع ڪي ڪو سُٺي مَن ڪو. هـٽ....

4) سادل! رهبر جي رضا ميان ساڻ هـونـدو سو،
مون وڃايو پاڻ پـنـهـنـجـو تون آهـيـن هَر تـو. هـٽ....

204. ٿل: عجب رنگ ڏٺـا اِلاهي جـا جا وٽي حق سا
جا وٽي حق سا....

1) ڃا آهين وَل ڃا ڪنديـن ميـان تون آهـيـن ول ڃا؟
ڪيا جي قل سڄڻ سين ميان پريت اُنان دي پا....

2) مان آهيان ملِڪ تنهنجي ميان تون تنهـن جي جا،
جان ڏٺِا سِر سڄڻ ڪونِ ميان گُـن انـان دا گـا....

3) عِلم آهي هُڻ هيـڪڙو ميان الـف تـي وَل آ،
اڳي هليا انهيءَ ڏيهـ ميان لا طـمـع تـي لا....

4) الـف آجـو تـي انـدر مـيـان خـيـال خـطـرا ڪـا،
حـوالي تـي حـق جـي مـيـان ڏي ڏڄڻ ڪـي ڏا....

5) 5. سادل آکي تي سُجهي ميان جو آهين تون سان،
مهر والي هين سڄڻ ميان نـہ تـہ تـوتـي نـا....

205. ٽل: دل اسان دي تي ديواني ديد ديکڻ کوُن،
ديد ديکڻ کون سڄڻ دي ديک ديکڻ کون.

1) اگڻ آئي بنسي بجا ميان تون آهين تون،
عرض توکي آهہ اسان دي شرط ناهي مون....

2) مرشد آکي جاڳ تون ميان ڳر اُتي ڳُو ڳُو،
دوس دلِ دري کڙي ميان هک سوالي هُو....

3) تون تنهنجي تج طمع ميان جا انهيءَ جو،
سخن سڄڻن کيو ميان لا اندر لوُ لوُ....

4) سادل آکي سا سڻو ميانهر حال ها کوُن....
در پئي کا دڳ پوي ميان تان سَري سوُن....

206. ٽل: دلِ اسان دي تي ديواني ديد دلبر دي،
ديد دلبر دي سڄڻ ديد دلبر دي.

1) جادوُ وَل کِيتا ضرور ميان کو قيد ڳر کي.
ڳپ سِر قربان کرون ميان ڏرون انين در تي....

2) حقيقت ۾ هک تيا ميان معرفت مَرکي،
ول نہ ايندا چشم ول ميان گم تي گرکي....

3) اچي پيا ول دل اندر ميان تار تَر تِرکِي،
اصل دا عاشق آهين ميان گِهڙ اندر گهِڙکي....

4) سادل! سنگ سربنگ ۾ ميان هک حق هرکي،
کول چشم، در تي کڙا ميان ديد درسن کِي....

207. ٽل: دلِ اسان دي ديد ديکي تي ديواني هئہ،
تي ديواني هئہ ميان تي ديواني هئہ.

1) محبت پئي اچي دل اندر ميان دل حيراني هئہ،
ڇُٽ وَل تان نان ڇُٽي ميان درد کهاني هئہ،

2) جان لڳي دل تي سڄن ميان عجب کهاڻي هئہ،
موت بهتر کنون جيوڻ ميان برهہ وکاڻي هئہ....

3) لهر لئون لئون لڳي ميان سا سُماني هئي،
مچي پاڻي وچ مڪان ميان پريت پاني هئي.
4) سادل آکي تو سُجهي ميان جڳ جو جاني هئي،
عاشق اسين سڀ تنهنجا ميان نينهن نشاني هئي...

208. ٿل: دل اسان دي تي ديواني ديک دل ديدار،
ديک دل ديدار سڄڻ ديک دل ديدار.

1) جان ڏنو تان جَس آهي ميان ڪَر اُتي اِقرار،
لفظ هڪ دل تي لڳو ميان عجب رنگ اِسرار....
2) اُلَٿ سُلٿ دا عشق ميان تَن اندر تنوار،
گهر اندر وَل گهڙ ميان مَن جهوتان وَل مار....
3) جا اُنهي جي جوُ ڏسي ميان گهار وچ ڏُک گهار،
پاڻ وَ ڍِ ٽُک، ڪَر پَٽيان ميان تي ساجهر سنگ سوار....
4) ڪَپَن سِر نِت نت ميان ڪَن ڏَڙ ڪَنڌان ڏار،
پيو عجب پَڙلا پوي ميان لا اِلا الاالله آچار....
5) الف جُن ڪَتيو آهه ميان پيا وجي ٻئي پار،
شَمس قَمَر اُت ناهه ميان سوا اسان سردار....
6) سادل آکي هئي سَما ميان درس دل اندر دار،
چشم تَر تيا دل اندر ميان سَيي اِڪ اِڪ سار....

209. ٿل: هر دم عاشق هئه صفا هِڪ عشق اَلستي ڪا،
عشق اَلستي ڪا عشق اَلستي ڪا.

1) چن ۾ چوڙ تُون خيال خطرا خَستي ڪا،
گُداگر تي اُلَٿ غم گذر ڪَر گيان گستي ڪا....
2) مِل محبوب سنگ ماهي هَٺا هوش هَستي ڪا،
معرفت نِت نه مرني پَسو پُور پَستِي ڪا.
3) رات دنِ ڪي رضا ڪريندي طلب تير تَستي ڪا،
ڏيئي وَل چَشم دل چشمان مَهر سِر ٽوپ مَستي ڪا....

4) مِٺائيگا شوق مرشد دل کا جَبرا جَبَر جَستي کا،
الف هو گا وچ دل راضي رَهي راهہ رَستي کا....
5) سادل! دم دم دَر سوالي ويکو نِت نُور نَستِي کا،
هوئينگي هَم هِڪ حوالِي ڦِنا کر شوق ڦَستي کا...

210. ٽل: گداگر هو کر گُذر کر فنا روز فقير،
فنا روز فقير فنا روز فقير.

1) هوش هُلاما توتي ميان مَتان پائِين مير،
الف رک اندر وچ ميان ميم مُک سير....
2) کاني کرامت نہ حق جي ميان جهَل تِنين جا تير،
کِين مان جن کمايو ميان پکڙ تِن جا پِير....
3) جيف آهي حيف توتي جي کندِ چاهين کير،
چَڏ لاڳاپا لوک جا ميان وَٹ لولي عشق جي لير....
4) چَشم ڏس ساجن سندا ميان وَٹ اُتي جي هير،
اَلستي هک علم آهي ميان صفا ڪَر سِر سير....
5) نِت اندر ٻاهر رب تعاليٰ نکا دور نظير،
مريگا، دَم دَم ڪَر معلوم سمجهہ لي تُو سِير....
6) اَوَل اِک فقير آکي پڙهہ تَن اندر تکبير،
سادل! درسن کي نِت ڏر خدا کا ڏير....

211. ٽل: دِلبر ديکو پَل پَل تئڏي دَر کڙي ديدار کوُن،
دَر کڙي ديدار کوُن دَر کڙي ديدار کوُن...

1) مئڏي دل هوئي مَستانِي ديک سجڻ ديدار کوُن،
سهڻي صورت والي يار اسان دي دلبر کي ديدار کوُن....
2) مَهَر والي نال اسان دي دل کيتا بيقرار کيوُن،
مِهرَ کر محبوب مئڏي جَس کيتي جئکار کوُن...
3) مرشد دَم دم ديکان صورت دي سردار کوُن،
وچ وهِن وير والي پَسان پئلي پار کون....

4) سِجدو سائين عرض اسان دي لاهوتي يار ڪُون،
حُسن والي هِن هردي عاشقان آچار ڪُون....

5) سادل! تنڌي دَر سوالِي دَر ڪرڙي ديدار ڪُون،
جيهي تيهي تو دَر پَئي سنيالان ڏيون يار ڪُون....

212. ٿل: عشق مَسڪانان اَلستي حجري هٿا نہ ڪوئي سڪدا،
حجري هٿا نہ ڪوئي سڪدا....

1) عاشق آرام نہ آوي خدمت ۾ وو هَر رَهتا،
گل وچ گنتا گود گم مَهر دا ٿوپ هئہ مَڪتا....

2) برهہ دي آگ وُٺي ويڪو دل وچ روز هئہ ڌُڪتا،
سڄڻ دي سُول هئہ نِت يار ديڪو عاشق او دُ ڪدا....

3) دلِ دي تخت سِر بيٺي نِوڙي نيا ڪا ٽُڪتا،
جهنڊا اگم ڪا جهَل ڪي پريت سي هئن پُڪتا....

4) سادل عرض دَرس ڪِي سبق سِجدي صفا سَڪتا،
الستي روز نِت اَعلىٰ رمز ودِ عاشق رَڪتا....

213. ٿل: بِرهہ دي باهہ ديڪو وي جگر دن رات جسم جلاوي،
جگر دن رات جسم جلاوي....

1) فقيري دي مڪانان ۾ غفا وچ ڳال اِڪ ڳلدي،
گُليا دل دا ڪلف ڪالا چَشم وَلِ نہ چلدي.

2) راتو ڏينهان رهندي رين جگر وچ سوُر هئہ جَلدي،
اصل آرام نہ آوي روزان روز هئہ بَلدي.

3) آج ڪي دن هئن آج ڪي ڪَل نهين هئہ ڪَلدي،
عشق عاشقان دا اجل هي طالب تُل نہ تُلدي.

4) سادل! هئہ عشق عاشقان سِر گُفا وچ ڳل ڳلدي،
جسم وچ ديڪ سب ڪون ويا سي وَل نہ وَلدي.

5) سادل ! هئہ عشق عاشقان سِر غُفا وچ ڳل ڳلدي،
سَڄَن وَل ويڪو وچ سب دي ويا سي وَل موُل نہ وَلدي.

214. ٿل: بي قراري هئہ دوا چَشم رنگ زردي ڪا،
چشم رنگ زردي ڪا....

1) وو خيال وچ سدا وسدا درد مڪان دردي ڪا،
دم ڏِيدار هئہ هردم ڏتا خط توڙي ڪردي ڪا.

2) برهہ دي باهہ ويڪو وي ويڪو ڏيهہ بُڙدي ڪا،
جِگر ڏينهن رات جسِم جَلدي سُخن نہ سُر سردي ڪا.

3) گِر گيا گُل وچ گُليان مَرتي مؤت مَردي ڪا،
پيندي الَستي پيا پيالان گهرِ وچ گهير گهَردي ڪا.

4) پَهلي سُڪان دا در پُور ديا هئہ غم گردي ڪا،
دَر ڪڙي سادل! دردن ديا هئہ هاٿ هَردي ڪا.

215. ٿل: در سوالي تو در سِڪي تو سُڻ پڪار سائين،
سُڻ پڪار سائين.

1) اَندر ٻاهر تون آهين ميان! عرض هئہ اِتاهين،
مَهر ڪجئين مهر والِي واهہ ڪانہ ٻِي ڪتاهين.

2) سُڻ سجدو سدا سائين نِت سِر نِمائِين،
مُون سلامت ناهہ مُون ۾ چَشم ڪول چيائين.

3) لک ڪروڙين فقير تو دَر قوٗل نہ ڪَر ڪرين،
پيرين رک پنهنجي ميان! نظر مون نائِين.

4) سادل! سوالي در سِڪي تو سُڻ پُڪار سائِين،
دَر پيئي لاءِ ڏکِ ميان! عرض مون آگهائين.

216. ٿل: فضل ڪجئين سَجڻ هُڻ وَل ٻَل مِلي وَل ٻي،
ٻَل مِلي وَل ٻي....

1) لوڪان نال دل نہ لڳي ميان! جا چئي وَل جي،
اَلف مان دلِ هُئو ميان! وار وصل دي وائِي.

2) جان پاتم دلِ اندر جهاتِي پريم پيالو پُر پي،
محبوب جي مَن ملي ميان! ٽڪَل پاسي ٽِي.

3) صفا سا هُو سمجهہ سمجهي ميان! ڇَــن ڇَــڏ بــي ڇــائِــي،
عــرض مــئـن عــرضـي گداگــر عرض بن ڳال نہ ڳائِي.
4) سادل آکي تي سُجهي مـيــان! انــدر بــاهــر اِڪ ئِـي،
ديِــد دِلَـبــر ديِـدار ڪــيــا مــان حَــق حَــق ڇَـئِـي هِـي.

# سر سورٺ

.217 ٽل: - اوهنگ محبوب ۾ رک اوهنگ وي ڪڙي هئن دوست،
وي ڪڙي هئن دوست....

1) عــرض هــمــارا هـئـہ تــو اڳـي سائين! تــو رهـبـر اڳـي،
پيالا مَست پـيـالا سان ڪُون هــوئـيــن سَــر سَــرمَـسـت.
2) هــم ”لا“ ڪـي لا پَــر لڳـي وان ويــســر ويــر وَڳـي،
لــک اَلــک ۾ آئـسـي لــکـي حد لکت هئہ هَم اوُست.
3) جب آگ برهہ دي سان ۾ لڳي ٻن ٻن ٻرَم ڪي اُٿ ٻڳي،
رک رمزان سان تي رهـبـررکي نِت نِيم همدم سَرگذشت.
4) ساٿ سادول! هم رهبر سنگي ننگ نئن ۾ هم ننـگـي،
پُور پِرهـہ هـئـہ مـيـري پَرَک پــور پُـورڻـا هــم هـسـت.

.218 ٽل: تيا مست پيالا پي هَم مست مست جيتائي مَرت
هم جيتائي مَرت....

1) دل درد دي هــم دم دم خؤف ڪفر گهت خيال ڪي،
جَب جي هـويا جيڻ جي تــو ذَرڻ ڪـئـســي ذُرت.
2) نِرت گم هم تُم هـئـيـن جهڙ بادل سِر جهم جهم جهامي،
جب سفر جُد جَتا جَـڪـي تب ڪهان ٻوڏي ڪهان تُرڪ.
3) اَب يون رهت هو يا يُون ٻن ٻُول ڪي هم ڪيا ٻُولين،
تِــر مِــل اِڪ تــي ڪــي ٻُولي! ڪرِت ڪئسي ڪـرت.
4) سادل! قر هَر سَمي هون رهــبــر دم غــم تــو مـيــن،
ول مستان مؤت مرڪي اِس ڪِرت ٻن ڪـيـا ڪَـرت.

219. ٽل: مست پيالا مست پي هويا هَم مَستان،
هم هويا مستان....

1) وي مئن مست هان ميري ڏک ديکڻ کؤن ديکي،
جب جسم آگ وچ سارا جلي نهين جِيوَڻ دا کوئي نشان.
2) جوُن جوُن جوت اندر جڳي تون تون ديدان ڏيل ڏکي،
تن تيل وچ تئسي تَلي نهين رت بوُ دا هئہ نشان.
3) رهبر روشن کيئا مئن ڏکي اَب دو هوئي هَم تُم تي،
چپ چا تو سب تيرا چَلي پنچ رنگ وچ صورت پرِان.
4) سادول! يون کُسي سِک سِکي لَک لکت نهين کئسي لکي،
گرو سُخن وچ سُڌ سُڌي پرت پنهنجي هم پَهچان.

220. ٽل: مست پيالا پي کي هَم هويا مستانا،
هم هويا مستانا....

1) هم تمهاري دَر آيا درسَن هم کو دينا،
ليٽيا هم کُون چرٽن لينا گر گم دينا گيان.
2) يُون تماشا اُلٽا هويا گگن چَرٽان چوٽ چايا،
ائسا عجب اسرار هويا خف خطرا کُفُر وِچ کايا.
3) پريم پيالا پُر پايا گُپَت گُڻ اُن دا گايا،
کِرپا هم پَر آئسِي کيِئا هويا هُن آذر اَستانا.
4) سادل! محبوب مانهي سَمايا قيد کيني گئي مهين کايا،
يَجَن سُور سب اندر پايا نهين رهيا نِگم نشانا.

## (راڳ برواس)

221. ٽل: جاگ جاگ جاگ مَن کُوک کيا کريندا.
کوک کيا کريندا....

1) مُلا يلا قاضي يُلا جو جڌ جِکَر کريندا،
قاضي هوئي نہ سک سُوئي کائي مال ککر دا.

2) ٻڙهي ڪلمو ڏشٽ ٻاٻي ڏيرج مُول نہ ڏريندا،
ٻاهر قاضي اندر ٻازي مفت هات هٿ هٽندا.

3) اندر دي بازي ٻجوڙ قاضي الله ڏيک اڙندا،
اندر سائين سيڪنهن ماهين نہ اوُ نُور نظر ايندا.

4) ٻجُپ ٻجَپُ سادول! ٿي ٻجانِي ول ڏيک کيل آخر ڪِڙندا،
ورهہ گُرو جن وَکر ديا عاشق اب نهين اُکڙندا.

222. ٿل: ڄاڳ ڄاڳ مَن ٻُلا ڪيا ٻمَندا ٻُلا ڪيا ٻمَندا....
جور پانڃ جير بند بند ڳر بندا رام رام رُوم رؤم ۾ رَمندا....

1) نهين نير نهين نام چَت مَن سُور نہ چندا،
گيان ڪي گُمان ماهين گائيگا گُن گوبندا.

2) عقل ڪلا آپ ماهين دل وچ دم ديکندا،
اُلٽ سُلٽ آر پار قوٽ گيا سب ڦندا.

3) سادول! مول رمز سوئي حد نهين بي جدا،
ناهين اندر ناهين ٻاهر ناهين ۾ وو نچندا.

223. ٿل: اڱڻ اسان دي رانجهن آيا دم ديدار درشن پايا،
دم ديدار درشن پايا....

1) خيالان ڪوج سب ٻجوڙي تِنين دا خيال رک هينئڙي،
ٻجوڙ آپٽي ٻيڙي گهوڙي چت وچ اِڪ رانجهن چايا.

2) جنجل نال ڪيتي جهيڙي بَهُت ڪيتي جَگر جوڙي،
فقيري دا رتن قوڙي گيان رانجهن دا گايا.

3) ووا دي قاضي سين وَڙهي محبت مهاڙان موڙي،
لَگنَ طرف رانجهن لوڙي ڪڙي ڪُون خؤف گهِر ڪايا.

4) آنان دَي در تي هٿ جوڙي ڪِيتي سادول عرض ڪروڙين،
ڪڙي وَل پير هئن ڪوڙي دَم دِيدار دَر لايا.

224. ٽل: رانجهن مئن نال فضل ڪِيتا پيالا پلا پُر ڪِيتا،
پيالا پلا پُر ڪِيتا....

1) اصل رانجهن تنهنجي آهيان پنگلي اوڪِي دَر تي آهيان،
هُل هُلامان رولِي آهيان نظر پري نوازين نيتا.

2) غير گُمان دونون گئي تخت هزارا چوڙا تئييان،
پيالي مجهه ڪو پُر ڪيئا جَنگل قِر ڪي جنگ جِيتا.

3) قاضي پڙهه ڪي قِصا ڪَئييان دَگ دَگان دي ديکي دئييان،
کيڙي دي گهر خؤف ڪئييان رانجهن دي در رمز ريتا.

4) مُڪت ميل ڪي عشق مئييان چُپ آگي چوُ چوُ چَئييان،
نظر پَرڪي چرٽين چَئييان پَلَڪ نہ هو وَت وحدت وِيتا.

5) سادل آکي سُڻ وي سِيان ڏِتا هَم ڪوُن درسن ڏئِييان،
سي هِت سي هُت تئييان ايسِي جوئِي رَهت رَهتا.

225. ٽل: هَر هاج ۾ حاوي سَجَن مِلي اصل ساگِي،
سجن مِلي اصل ساگِي....

1) جادُو جلال پُر ڪيئا مُڪت ڪيتي سان ڪون مُرڪِي،
دِل ڪي ساري رت سُڪِي هوون ڄن ڪي گُرو جي هادِي.

2) ڪيا هِندِي ڪيا تُرڪِي هئہ سوالي اِڪ دَرڪي،
تماشا ديکو هئن هَرڪي حامِي بٽي هين بي رنگ بانڪي بارِي.

3) جنجل ديکيا جهنگل جهرڪي نڪي چگي نڪي پَلي،
شبڊ ست ڪوُن سُڻ ڪي اُهين نال رمز هئہ رَمِي.

4) بلهاري شيوا ست گُرڪي پيالا پلايا پَر پَر ڪي،
سادل! سمجهہ ڪي پَر سر ڪي خفا خافي هئہ گُپت گادِي.

.226 ٽل: جا ڳهر ننگري وچ تن من    بي رنگ گل ڦل پن پن،
بي رنگ گل ڦل پن پن....

1) رهبر دي خيال ۾ رهه راضي    وڏا جن تن مَن وانجي،
ٻيا سڀ ڇڏي اقرادي    اُنس اُنهين رک من مانجي.

2) جهڙا مُلا تهڙا قاضي    چور اُنان دي درواجي،
اُهي ڪن تا ڳالهه ڪُفر دي    تون خوش رهه خود خيالي.

3) ڪيا هئه حج ڪيا هئه حاجي    پَرَم سَب چوڙ ياجي،
سمجهه ڪر ديک سَفرا دي    عِلم هئه اِڪ اُن اُنان دي.

4) "الف"سادول رهي وچ قاجي    خفا وچ گُم تي گاجي،
هِردي وچ رک حق هادي    ڇپَر لَڪ سار هئن چار چاري.

.227 ٽل: درد دَم دَم ديوانان دي    پَل پَل پياري هُن،
پَل پَل پياري هئن....

1) ڪيڏا معلومي مُون يار    رنگ ڪيا آ ڪان وي اُنان دي،
نئنان نال نُور نُوراني    نِرت سَما سب نياري هئن.

2) دل دي معلومي دلِ يار    مَنجهه مام هئن وچ جان مئڏي،
جان جانڪي ڪُل جاني    ساما سجِده ساري هئن.

3) تُم هو نا هَم اِڪ تار    گم جاگ ڪَر گئي،
ڦڪَڙ واڃي ڇڏ ڦاني    هوُ ۾ رهت هادي هئن.

4) سما صورت سمجهه سار    نال مِلائي نئيني،
سادول! لنؤ رک نال لاثاني    گهَٽ وِچ گهنگهَر گهاري هئن.

.228 ٽل: برهه دي باهه جَلي جَلي    ڦِڪَر خود ڦاڪ هوئي هئن،
ڦِڪَر خود ڦاڪ هوئي هئن....

1) مِلي مُرشد مستاني    عجب ڪِرپا نت ڪرتي هئن،
بي حد دا پريم ٻي پَل پَل    جهم جهم دنِ رئن جهرتي هئن.

2) کيل امر ڦَل اُلٽي کيلَنت هئن پيئا هئہ جو پريم پيالا،
ڳُتا ڳُت هئن وچ ڳُر گم گيان سدا برهم ٽوپ سِر تي هئن.
3) ڦنا هئہ دنيا سپ ڦانِي عاشق ڪئسي جيوَن جيوَت هئن؟
جسم آگ وچ ديکي دنيا پُور پريان پرِت هوتي هئن.
4) خطرا خوشيان سب کوئي مِلي رَب ماهين رَهتي هئن،
مُنجهہ ٻَال دا مُنجي سپ چُپ رَهت رهتي هئن.

229. ٽل: هر مست رهتي فِڪران سي اگم اَستان رهتي هئن.
اگم اَستان رهتي هئن....

1) سمجهہ ڳُر گيان ڪِي سئنان عشق بن پَنک اُڙي هئن،
ٿئِي اَمرا پور استانان هئن رکيا سِر آڏي تي هئن.
2) بادل بِن جَل گهور بِن بجلي مَهَر چوڏار منڌي هئن،
شِسٽ اُت پُت شڪل ماهِين بِنا دريا ٻُڏي هئن.
3) نهين هئن پر ديِپ پرواني نهين اَرڪنڊ ڪنڊ هئن،
تمنا رَک لوک لوڪان نهين برهمانڊ بَندي هئن.
4) نهين ڪوئِي دُور نهين نيڙي برهم نہ ڇوٽي نہ بڙي هئن،
سادول! فڪر ڪر مست مستانِي خفا برهم وچ ڳڏي هئن.

## (سر ريڪتہ)

230. ٽل: هم دَر ڪٽڙي حاضر سِجدا دَم دَم ساڍا هئہ،
سِجدا دَم دَم ساڍا هئہ....

1) خفا وچ گرد و غم گهِٽ مان اَيمان وچ گهاريا هئہ،
مِل مِل مَن مانان مَليان رهت هَم تُم رهيا هئہ.
2) سون حُسن دي دنيا وچ هليا هئہ ول خوف خزاني دي ڪايا هئہ،
ڦِرسُتت فقير سمجهہ وچ آيا هئہ پهلي جِيئن پيارا هئہ.
3) جمال جنهن دي لنؤن لنؤ وچ هوندا هئہ ڏاڏي هوش ڏايا هئہ،
دنيا وچ ديک بغدادي هئہ ڏِيرج ڏام سَمايا هئہ.

3) جيتي سَنگ وو جيتا هئہ وحدت وچ وہ رهتا هئہ،
هوئا هئہ مَهَر مقدم پَر تيا جو شاهہ شاهيِ هئہ.

4) چَليا مُجهہ چَشم چؤڦيري هئہ نَڻ نَڻ آواج نارا هئہ،
درشن ديِد دکِايا هئہ ساس سادول سَهارا هئہ.

231. ٺل: هم در کڙي حاضر حُکم ڪِرت هماري هئن،
حُکم ڪِرت هماري هئن....

1) گُناهہ غفلت ڪُل ڪيِتي ويهي وَهم وَهايا هئہ،
گناهہ بخش ڪج گوليءَ جا سار سَمرٿ تون هيِ هئہ.

2) موُن ۾ موُل ناهہ مِلَت تون رَب تاهين هئہ،
هئہ هر جا حَقا حَق ڪو قادر ڪاهِين هئہ.

3) وحدت وچ وحدت هَر جا هَر جا هَر حامِي هئہ،
خُدا خُد خيال ۾ خوش دَم اَوَس ديدار ديتا هئہ.

4) اگر اَستان ديِ ڪيا گر هئہ سادل سادول ساهہ ۾ هئہ،
غم گُذران هئہ هَر غَم مِليا اُلٽ مامِي هئہ.

232. ٺل: هم در کڙي حضور حاضر حڪمت حُڪم هڪ هڪ ۾،
حڪمت حڪم هڪ هڪ ۾....

1) الف علم عُميق وچ هردم دَم دَمايا هئہ،
نينهن نئن نِجهہ نجهہ ڪي هر هر هرهلايا هئہ.

2) دل دا شوُق دردن دَم عاشق چَلَت اِس چال هئہ،
بِرهہ ديِ انگن انگيتي وچ نِت نِت مَن مارا هئہ.

3) جات جِسم جَر جا وچ هرَ دا حڪم هلايا هئہ،
جب دکيا دل ديدار وچ نِمر نِمر سِيس نايا هئہ.

4) بادل بِرهہ دا بَرسَت هئہ سادول پريم پيالا پيوت هئہ،
بي حد بي رنگ بي انت آوت هئہ هُو جو حال محرم هئہ.

233. ٿل: هَر در ڪڙي حضور حاضر درس ديدار ديکي هئن،
درس ديدار ديکي هئن....

1) اَلف اِڪ عِلم بي انت هئہ رَج ٿَج نا ريڪ هئہ،
ديڪ جو گجهہ اَلڪ هئہ لِڪ لِڪنا ناهين هئہ.

2) عجب اِس حال دي اِسرار هئن ڪُلف دي کَل ڪنهن ڪوُن ناهہ،
ڪُليا دِل دي ڪلف چوڌار سدا سَر سار ساڪِي هئہ.

3) خُدا خوُد خدائِي هئن محبت دي وو ميڪ هئن،
شمش قمر نہ اُت سُجهدي هئن وَجدي سنڪ وجداني هئہ.

4) مرڻ وو قبول ڪريندي هئن وَل قرار نہ ڇوڙيندي هئن،
ڪَهي سادول اَلستِي اَنت هئن اُهي حق دا دَم دَريندي هئن.

234. ٿل: دَر ڪڙي ديدار ديکن يَجَن پير پايا هئہ،
يَجَن پير پايا هئہ....

1) بي حد بي رنگ دا وسِرام لَهَر وچون عشق لايا هئہ،
عجب اِسرار، قير اُلٽي پريم ڪا پوُر پايا هئہ.

2) معرفت مَن مئدان هئہ قَلَم ڪاٽ ڪايا هئہ،
سُرڪي سؤز ڪر صابن الف آرام آيا هئہ.

3) دلِ وچ درد دم دم هئہ مجلس نہ مايا هئہ،
رهيا نہ خود دا خيال هئہ خفا وچ گُن گايا هئہ.

4) نہ ڪا ڪام ڪايا هئہ نہ ڪا چَن چاٽ چايا هئہ،
سُخن صفا هئہ سادول! وو خود ڌام ڌايا هئہ.

235. ٿل: در ڪڙي هم ديدار ديکي لَگن چوقير لايا هئہ،
لگن چوقير لايا هئہ....

1) مِهَر ڪَر مؤجي مُقَدَم اگڻ مون يار آيا هئہ،
سمَجهہ اُسوار، ڪر سَگهَم عشق دا ميدان آيا هئہ.

2) اي دل! ديک بي رنگي اِسرار چَن سِر بادل ڇايا هئہ
هِت هُت چلڻ ۾ اُلٽي پيالا پُر کر پايا هئہ
3) سمجهہ اِت مِٽ، سِرسَٽ ڏي گهٽي اِن عشق گهائي هئن،
هَم تُم ويچار اِک دنِ تِهان چَل چَل مرجاتي هئن.
4) همدم تَم هو هَر اِک ڪِسي کا ڪوُن حامي هئہ،
سادول! سَنگ نيارا مشڪل اُنهين کو سِيس نائي هئہ.

236. ٽل: در ڪڙي خدا دي هم جوت اُکنڏي جلتي جوت،
جوت آکنڏي جلتي جوت....

1) تُم هِي تنت تار تَن ماهِين رَجي روُپ رهتي هئن،
بڙي بُڌ وان بَل بَلوانِي چَل ڪر آپ چَلتي هئن.
2) تُم هو نُر جوهر نروانا چَتُر چوڏس چلتي هئن،
ڪانڪل مار ڪَر ڪَتي ڪِسي ٽالي نا ٽلتي هئن.
3) سهسين سينگار سوتُهن سِر مجلس مير مِلتي هئن،
تُم پَت پريوُ پار ڪي پن پن يوگ يُگتي هئن.
4) سنت ست روپ هئن سادول! رَهت رَنکار رهتي هئن،
رک ڪر گهَم گهَم گهمشان ڪُل ڪِلتار ڪرتي هئن.

237. ٽل: جو بندي دَر پر مري پيالا پُر ڪر پيتي هئن،
پيالا پُر ڪر پيتي هئن....

1) دانهان در رانجهن ڪرتي هئن جِسم جاري جِم جِيتي،
برهہ دي آگ وچ جلدي وي آپو آپ اُجلدي هئن.
2) رُب خيال ۾ رهجئين چيتي نِرت سُرت سپ رکج سَهجي،
ڪايا مايا دا ڪوٽ ڪِراڪي رمز رب اِس رهندي هئن.
3) بي حد گيان دا گُن گايا گُر گم وچ گت گِيتي،
درشن اَب ديک دِل ديدار سمجهدي سفر دا آنگن هئن،

4) خفا خَفتِي کر کايا درد دِل تي دنگل ڪِيتي،
دردِ، سادول! وچ جو مردي نبض ناهين ٿس هوتي هئن.

238. ٽل: پيالو پريم پُر کر پيِتو سجڻ گهر آو سئلانِي،
سجڻ گهر آو سئلانِي....

1) جڏهن مرشد مُون جانِي ڪري ڪِرپا هنئي کانِي،
هوئا خيال اؤر دِل ڏيوانِي حيرت دي وچ هئه حيرانِي.

2) ڪري سرِ کاٽ قربانِي گُروُ دي گيان دِي گرهه گياري،
پَسن اُهي پاڻ ۾ پاڻِي نکا کا نِينهن هئه نِيشانِي.

3) برهه دي وچ وي گيانِي ڦِر ديکا سوين ڦانِي،
گهُمي گهَر آيا گهيرانِي لانا کا نينهن نيشاني.

4) جڏهن رمز سمجهه جانِي آهه سادول اَحسانِي،
ڪِيئا قدرت کام کَمالِي تون هي تون تون تون هي تون هئه حق حقاني.

239. ٽل: گُر پِير هئه مرشد ميرا ديدان وچ ڪن ديدارا،
دِيدان وچ ڪن ديدار....

1) مئن سِيني وچ نهين برهما نهين شِو بُڌ عجب دي ڳال بُڌ.

2) گُر پير مرشد ڪو سَت گايا پريم پيالا پَر پايا.

3) پڙهه ذڪر زبانِي سُنت پايا جنم مرڻ دا ڦندا ڦورا.

4) مُرشد مؤل هئه مهما سمجهه ڪِرت ڪَرت سادولا.

240. ٽل: عشق دي راهه چلو يارو پيالا پريم پي پرڪار،
پيالا پريم پي پرڪارا....

1) برهه وچ روُئن ويچارا نئنان چَلن نِينهن نارا،
اُهي دل روز آزارا ڏويا دلِ دا ڦٽ ڦاڪا.

2) برهه سردار دا وارا عشق دا دلِ ڏيک اِسرار،
اڪيون پَٽ پييوُن پارا تِهان نهين هندو نهين تُرڪارا.

3) چشم ڪول ڏسِ ڏيکارا دل وچ ديد ديدارا،
گُل ڦُل گُل وچ گلزارا خُفا گم گيان دي گُلڪارا.

4) پَسَن اُهي پاڻ کي پيارا جِنهِين اندر نِينهن نارا،
سادول! اُلٽ غرق سارا سمجهه لي پريم پرڪارا.

241. ٽل: پيا هم ني پُر پِيالا جِس دنِ هوُئي هم جوگي،
جس دن هوئي هم جوگي....

1) عشق هم اُلٽ آيا هئه خوُن گهَٽ خفُرَ کايا هئه،
هوُئا مست حال حالا هئه صَفن نهين هئه سِر سوئي.

2) عشق هم اُلٽ آيا هئه تيل تِس آگ تايا هئه،
قِٽ اسان دي حالا هئه اَپٽي مرضي هو گئي روگِي.

3) عشق هم اُلٽ آيا هئه يَلا هم خوُب پايا هئه،
فِڪر غم خوُب کايا هئه مِيم مِلي مئن مگن هوُئِي.

4) عشق هم اُلٽ آيا هئه پيالا مست پلايا هئه،
سادول آکي اب رب تعاليٰ صافيِ صاف بنايا صوُفي.

242. ٽل: مون مُشتاق ملني کو اَلستي حال آتا هئه،
اَلستي حال آتا هئه....

1) بيشڪ چال چگي جو چائيگا خؤف گهَت خُفر کائيگا،
جِس دنِ آگ جَلاني کو عشق اُت عام آتا هئه.

2) نبض جو جهوڪ جائيگا تَل تيس آگ تائيگا،
بچا ڪيا باقي جلني کو دِن رَئن ايڪ تاتا هئه.

3) ڪاشِي جو جاگ جائيگا پيالا مست پائيگا،
تَب دنِ رئن بَلني کو ديتا مرشد داتا هئه.

4) سادول اُت ائسا سمائيگا سات سَمر لي آئيگا،
گَلَيا جب جي گَلني کو اُلٽ ڪيا اَب آتا هئه.

243. ٽل: مست پيالا پي ڳڙا وَل    دَرس ڏيکن دَر دِلبر،
درس ڏيکن در دِلبر....

1) براهمڻ گنگا ڪاشِي ڳهي    مُلا حَج رسُل مَڪا،
وَحدت وچ دوئِـي اِڪا    غافل لڪانهين لڪا.

2) ڪروڙين مري ڪِس حال    ٿانڪ مَتي ٿيا ٽڪا،
ڪرينگي وو ڪوُڙا قصا    ڪُفر دي سرِ هم ڪڙا.

3) ڪروڙين پنڌ ۾ ٿيا ٿڪا    نهين ديکيا شير جَڪا،
ڪافر هوُئا هم ڪڙا    نهين هئہ سِر ڌڙ ڌڙا.

4) چُپ ديک هم چاري چَڪا    هوُئي هم حاصل حَقا،
مرَضيِل ڪا سِر سُڙا    بات ڪہتي بي بڙا.

5) هوُئا جِسم دا رنگ زردا    ساٿ سپ چوڙيا شَنڪا،
هوُئا پرين سين هم پَڪا    خدا در هوُن خوب ڪڙا.

6) سادول سب چوڙ ديا سَڪا    جهيٺا هوئا پنج جهَڪا،
وجِود وي وَس وَڪا    حضور هوئي وَل وَڙا.

244. ٽل: پيالا جو پُر پيئا پريم ڪا    تو دَر ڪڙي درويش،
تو در ڪڙي درويش....

1) ”لا“ ۾ هوُن آئسا لَتا    پرت نهين آيا پَتا،
نئنان ديک هنسا مورک    ويسر ڪامنا ويس وَتا.

2) ڪاڏا ڌرم دا ڪوڙا ڏڪا    ويسر مايا دا ڦندا،
چلي هم جهان ٿرڪ    وڪِ واوري چڏ ڪوڙ ڪَتا.

3) رهبر هئہ وچ سيني رَتا    هم ڪڙي آگي هتا،
ڪردي هم برهہ بَرَڪ    حق ڪڙا هئہ هر هتا.

4) حاضر ڪڙا ايها اِتا    خود خيال وچ دل دَتا،
دُرجن من نہ آئي دَرَڪ    پُڇيا نهين جم جمتا.

5) سادول! رب تعاليٰ هئہ چَتا    مؤلا عشق مُقدم مَتا،
هٽيا نعرا حق هتا    پُر هوُئا پُور پَرتا.

245. ٽل: مُجهہ فقيري آ دَر ماهِين ڪڙا غم روز کاتا هون،
ڪڙا غم روز کاتا هون....

1) ديکن کو هم تمهارا ديد اُس دن روز عيد،
جسِ دنِ سي ڪڙا جا هين غم گذران کاتا هوُن.

2) ديکن هئہ عيد وچ ديد اُلٽ هئہ ديد وچ عيد،
نظر هم دوُر هئن ناهين بَجا اِڪ بين باجا هوُن.

3) جنگ جا ڪر رَنگ مَنگيد غم وچ من مام مرِيد،
اُلٽ روز اَتم وَهائيِد پريم پريت پاتا هوُن.

4) سادول کون رَک سنگ سِيد ديدان ديکن کوُن ديد،
تماشو عجب تُم تاهِين صورت مين سماتا هوُن.

## وايون

246. جاڳڻ جهيڙو جوڳئين سامي سُک نہ سوءِ،
وو سامي نند نہ نوءِ رُڳو جاڳڻ جيڏئين.

1) اندر ميرو آهيئن ميان وو اداءِ در در ڏاڍا ڏوءِ.

2) خواب خيال دل خطرا ميان وو جيڏي، مُورم جوءِ.

3) دردن دانهون دَرتي ميان وو آدي، راتيان ڏينهان روءِ.

4) پَئِي پرين جي پڙ ۾ ميان وو ڏي واڪ نہ وو ووءِ.

5) مرين جي مير مهندان ميان وو تان تُون طالب توءِ.

6) ڏيهاڙِي ڏک ڏکن تي ميان وو هوندو ڪامل ڪوءِ.

7) سادول! سپرين جي ميار ميان وو پوندي معلوم پوءِ.

247. جاڳڻ جيڏي جوڳئين وو سائِين ڏکن سُور....

1) دانهون ڪردَر تي ميان وو مات نہ ڪر موُر.

2) اِتئي پَهر اُن اڳي ميان وو چاڪَن تِي چُور.

3) رک برھ باھ وجود ۾ ميان وو پوءِ ٻوندي پَل پُور.
4) سيني اندر آهن سُپرين ميان وو ڏسڻ ناهِن ڏور.
5) زردو رنگ جوڳيئن ميان وو نيڻان وچ نُور.
6) سادول ڏکن سورن تي ميان وو هوُ هوُندي روز حضور.

248. وو جادوگر جوڳي جَنگي لايس جَنگ....

1) لِڱن ڪپڙو ڪو نہ ڪو ميان وو ننگي آهي ننگ.
2) چرخو چوريو ڪونہ ڪو ميان وو ٻوري ٻيس ٻَنگ.
3) ماري هُيس مَئي جي ميان وو ٻوٽي هئس ٻَنگ.
4) جادو لاتو جوڳئين الاميان روح اندر رنگ.
5) ماهي وَٽ تون مگٽا ميان مَنگ اُتي مَنگ.
6) ٻويان آهي نہ ٻڌرو ميان دلِ اَندر دَنگ.
7) ٻاهر ٻول نہ ٻولڙو ميان ڳَل اَندر ڳنگ.
8) سادول! جوڳين جو ميان سَنگي ڪو نہ سنگ.

249. جيڏي آهن جوڳي وو اوڏي محبت مَن ....

1) رَهن اندر روح ۾ ميان وو سَنگ نہ ٻيا ڪن.
2) ٻي هُوئا وَتن وسندا ميان مَنجهي جنگل ٻن.
3) محبت جِن من ۾ ميان سي ڪَن نہ ٻِي ڪَن.
4) حاصل ٿيندو هيڪڙو ميان ٻولي ٻي ڏي ٻن.
5) سَنگ آهي سپريم جو ميان ٻيرا ٻين ڏي ٻَن.
6) مُور نہ آهي مَڪي ڏي ميان نڪي گنگا گن.
7) سيني اندرسپرين ميان طالب! ڳول تَن.
8) ٻڙ تُون سادول ٻڌرو ميان گهونگهٽ چوڙ گهَن.

250. جادُو مانکي لايا جادوگرِي   ڏي ڏي سُرکي ملندا مُرکي،
جادو سانوُڻ لايا جادوگري ميان وو.

1) او، سُرکي ڏيئِي پنڌ پيا ميان وو   بي وس تيس ويچارِي.
2) جهَل جهليان جهَل نہ ڏين ميان وو   کونہ سامين سنگ سَرِي.
3) جوڳِي پنهنجي جوڳ تي ميان وو   گهمڻ گهَر گهَرِي.
4) جيڏي جوڳِي آهِين ميان وو   اوڏي روح روانيِ.
5) راتو ڏينهان جَلندي ميان وو   تين اَنگ اَنگارِي.
6) تِي جو آيس جوڳِئين ميان وو   تيس ڊِڳلا ڊارِي.
7) ديرا کيِتا دل تي ميان وو   گهونگهٽ کول گذارِي.
8) ٻاهر روز ٻَلَن ميان وو   مهند دلِ مارِي.
9) پيس پيرين پنڌ ميان وو   نيڻَس اُن نظارِي.
10) نکي اچڻا نکي وڃڻا ميان وو   کَيس تِن کارِي.
11) سادول! اندر سپرين ميان وو   صورت وچ سلطانيِ.

251. جادو لائي اُن جوڳِي   تنهن جوڳِي کَيس جُٽ.

1) عشق جوڳِي سنڌي ميان   کاتيِ جيِن کُٽ.
2) هٽي جوڳِي جو ويو ميان   ماري اُنهين مُٺ.
3) اُنئي پهر اندر ۾ ميان   برهہ ٻَلدي ٻُٽ.
4) سادول! جيڏي تو سپرين ميان   پَري اوڏانهين پُٽ.

252. جيجان سانون جادو لايا جوڳِي وو   صورت سڀ ساڳِي وو.

1) جوڳِي آهيان جوڳڻ کئي ميان   جيجان! جوڳڻ جوڳِي.
2) جادوگر جادو لايا وو   تيس گوُنگِي گوگِي.
3) مر ويندي مُول نہ جِيندي ميان   تيو هُڻ روح روگِي.
4) جادوگر نينهن ڏنو نسورو ميان   ماري کَيس موگِي.
5) سادول! سَر دي سِک نہ لهي ميان   جو آهيان سَنگ سوگِي.

253. جيجان سانون جوڳي جادو ڪيِتا وو روح اوڏي رَهنا وو.
سانون جوڳي جادو ڪيِتا....

1) جوڳي اهڙي ٻين وڄائي ميان هاڻ وَهڻ سڀ ويا.
2) دل موهي جَڏي ڪيتي ميان تيا جو سنگ سَتا.
3) هُڻ جاڳڻ ناهہ جُدا ميان تيا جو انگ اَدا.
4) سِر ساٿي ملندا سپرين ميان ڪنڌ ڪوُن ڪَٿ ڪَٿا.
5) جهڙو جوڳي اهڙي ڪيائين ميان ننگ موُرهيِن نَتا.
6) ڪيف چڙهِي ڪُل جي ميان تيا خيال خطر خَطا.
7) جادو ڪيِتا جنهن نوُن ميان سو سرُڪي ساڻ سَتا.
8) سادول! اُتي ڪو آهي نہ ڪو ميان هادي حق هتا.

254. جيجان سانُون جادو لايا جوريِ جوڳي آهي ٻين وڄائي.

1) جڏهن جادو چُل آيا وو قري دل اوڏانهن قوري.
2) مان موهي اُنان دي هوئي وو گهوُمر تان آءٌ گهوريِ.
3) تُون جي مالڪ مئڏا وو تان مان آهيان تو ريِ.
4) محبوبن جي مچ ڏي وو اَتم هوُنگ هوريِ.
5) عادت جوڳي اهڙي وو پر ننگ وڌِسَ نوريِ.
6) اُتي سادل! ناهہ آهي نام وو نڪا محبت دل موريِ.

255. جيجان سانون جوڳي جادو لايا جوڳي هُن زور ڪريندي زوريِ.

1) پلا پيا پُر ڪري جوڳي سانوڻ جادو لايا.
2) ڪين جهليان اديون! ڪين پليان وو اوڏي روح رايا.
3) جوڳي آيا جادو لايا وو ڪيڏي روح ڪيڏي ڪايا.
4) جادو جيتي پُر ڪيتي وو لنؤ لنؤ نينهن لايا.
5) راتو ڏينهان روُندي وو اُتي روح رُلايا.

6) مئڏا سائين ٻاهر ناهِين وو محبت مُجهہ مُلايا.

7) سادول! جِتي سپرين وو اُتي مور نہ مايا.

256. وو جادو لايا جوڳئين وو ووجيڏي توُن ڇُل.

1) جادو لايا جنهن تُون وو ويد نہ ويکن وُل.

2) آئي پئي اوچتي هئِين اندر هُل.

3) سَنگي آهين سپرين وو پوري اِن مَ پُل.

4) محبت مُور نہ مٽئين وو ڳوُڙها ڏسي ڳُل.

5) حق تان آهي هيڪڙو وو کوُڙي ٻي تان کُل.

6) سادل! جوڳي سنگ آهي جُنگ وو نہ کي رو نہ کِي رُل.

257. وو مون ۾ ناهہ هلڻ جي وو اَچ تون مون وٽ اِت.

1) آڌي رات هليا وو ڇَريو کِيس ڇت.

2) بي وس آهيان واٽ تي وو نهاريان پَئي نِت.

3) ڳال نہ توکان ڳُجهڙِي وو تون هُت تون هِت.

4) سادل! اُهي ناهِن اُت وو جي آهن جِت.

258. وو اِهو عشق ملي وو جو قوڙي هُئڻ جو ڦٽ.

1) عشق ڏوريو رسُول وو رُلي کَيَس رَٽ.

2) عشق ڏوريو سهڻي وو ڳوڙها انهي ڳٽ.

3) عشق ماري ماروي وو ڇڏيا ڇورا ڇَٽ.

4) مِيران ميڙيا محبت سان وو مَن ماري مَٽ.

5) سادل! جيڏي سپرين وو پَڙ اوڏانهين پَٽ.

259. جادو لايا سانون جادو گري هُڻ تيس هن حال.

1) جادو جنهن کِتس جوگي وو گونگي اُنين ڳال.

2) کَهَن اَنيتي کُل کهاٽي وو اَهڙا اتن آفال.

3) هينئڙو ڪتابئون هَٿ وو نئنان دي نال.
4) جوڳي جوڳ جڳائين وو نِينهن ٻِڌا نهِين ٻال.
5) مون ۾ ناهه هلڻ جي وو آهي توتي لال.
6) آهيان تنهنجي پنهنجي وو جهڙي تهڙي حال.
7) آهي جو آگ اندر ۾ وو ڪيا ڪريسي ڪال.
8) پيالو پياري پُر ڪري وو ڪِٽُس گُل گُلان.
9) جَلي برهه دي باهه وچ وو لال هوندي لال.
10) سادل! جي جهڙا سي تهڙا وو مؤن ناهه مَجال.

260. تَڙ تئڏي لڳي آءُ توڙان اَصل اسان دي دل وچ يار.

1) تو دَر دانهيان تنهنجي آهيان وو پل پل هئہ پڪار. وو....
2) ساهوُ تِي سائيان چِڏ ڦوڙ ڦوڙان وو گهنِگهر وچ گهار. وو....
3) خوُن خُناٽي آهيان اَڻ جاٽي وو تون دل دا ديدار! وو....
4) جُدائِي تو جاٽِي ساهہ نال ساٽِي وو اتم عيب اَپار. وو....
5) پيرن پَئي جي لج آهي توکي وو پريت اڳين پار. وو....
6) سادل آکي مان ملندا مان کي وو دل دي دلدار. وو....

261. قربان هُون تيري پل پل دي اکيان قربان هُون.

1) تُجهي مِلني کي بيقرار هون درد دل دي ماري هون،
تُجهہ بِن مئن ويران هوُن لوک سين مئن نياري هون.
2) ڪُجهہ ڪَهَن ڪو ناهين تيري پاس اَب تيار هوُن،
سورج ديکن ڪو آپ هئن دلبري دي دلداري هوُن.
3) ميري نئنان اُنان دي هئن يَجن وچ مئن ياري هوُن،
عاشق عشق دي يار هئن خود خيال خماري هوُن.
4) سادل! سمجهہ ديک سونهين دل ڏِيرج ڏاري هُون،
يَجن دي يي يال هئن ول چرنان چِت آئي هوُن.

262. بي قراري دي دوا هئڻ اِقراري     واهه واهه بي قراري دي....

1) الف دي نال جنهن كيتا اقرار     ويئي تنهن كان وائي واهه،
عشق ڏتا دلِ اندر     روح ملايا راهِي راهه.

2) صورت اندر ساهه هئڻ     دِيد سائون هئڻ دوا،
اكيان مليان يار سين     هِردي هوئي هوُ هوا.

3) دلِ اندر مليا دوست هئڻ     محبت هوُ ئِي واهه واهه،
مئڻ ڏنا محبوب مئڏا     سُونهان هِردي ۾ هوا.

4) سادول! تيري درشن بِنِ هئڻ     نہ ٻي يَوا،
هِي حالت مون حال جِي     اَندر ٻاهر تون آوا.

263. دَر كڙي هم درشن لئہ     سائين! دَر كڙي هم....

1) سِر كاٽ ڏي وَل ساجن كون     مرد هئڻ كي مرد كي،
پريم پيالو پُر پِيتو     كر جسم روح زرد كي.

2) سِر سَٽ سؤدو كريندي     آهن مُرك والي مرد كي،
عشق هئڻ دم ماهين هم     سَتيا نہ كريندا سَرد كي.

3) كرپا هم پر مرشد كِيتي     لَتا سادِا ڦرد كي،
درشن هم گم اُلٽ ديكِي     حق معلوم مرد كي.

4) سادول! تئڏي سُخن وچ     گُمر هوئينگي گرد كي،
تِير لڳا جب تَن وچ     ڦوُٽ گئي من ڦُڙد كي.

## چند

### (ڏيڍو چند)

ماهي يار مهر كر كروڙين كرم كيوئي سانگ سوئِي،
رنگ تئڏا لڳا رنگ لوئي سا سنگ سوئِي،
اندر ٻاهر آگي پيڇي هوئِي سا سنگ سوئِي،
جڏهن تڏهن ٽيندو سارنگ سوئي سا سنگ سوئِي،
سادل! قربان قدمن، سائين حاضر هوئِي سا سنگ سوئِي.

# ڪلام (1)

## سر سارنگ

264. ٿل: مؤلا وساءِ جهڙ مينهن آهيان تنهنجي آسري.

مصرع:

1) اُجاري تو در آهيان وو ڏُتڙي راتو ڏينهن. مؤلا....
2) پَلَر تو در پيوَن وو سفر سي لهن سِينهن. مؤلا....
3) عرضِي سوالي تو در آهيان وو ننگ نباهج نِينهن. مؤلا....
4) سادل! در پئي آهيانَ تو وو مِهَر وسِا جهڙ مينهن. مؤلا....

# ڪلام (2)

265. ٿل: وَل وَس جهُڙ مينهن آهيان تنهنجي آسري.

مصرع:

1) ڏاتا سَيَن تون ڏئين وو ڏورينـدن کـي ڏس-ول....
2) سِڪي سيڪو سوي لئہ وو پر جنهن ڏئين تون جَس. ول....
3) پر رسيا جي راهہ تي وو سي پلر پيينـدي پَس. ول....
4) سادل! جِت جهڙ قڙ جهَس وو رڙهي اوڏاهين رَس. ول....

# ڪلام (3)

266. ٿل: سارنگ آيو سنبرِي وچِون روز وَسَن.

مصرع:

1) سانوڻ سائي ڏيهہ لئہ وو تڙپي مئڏا تَن. سارنگ....
2) ڪڪر وڄ و جِلي چمڪي وو ماري مئڏا مَن. سارنگ....
3) دل اندر و جَلي چمڪي وو ڪڪر گوڙوُن ڪن. سارنگ....
4) پلر پاٽي تار تي وو ٻَنڌن ٻِيَن ٻَن. سارنگ....
5) سانوڻ ساوا سُجهدا وو ويلان گل قل وَن. سارنگ....

6) ول ول وي وسندا وو ارزان لٽا اَن. سارنگ....
7) سادل تئڏا سوالِي وو گُم وچ چا گھَن. سارنگ....

## ڪلام (4)

267. ٿل: سارنگ آيو سنبري اگم اپار انگ.

1) ڪڪر ول گوڙون ڪن وو رُوپ ڪيو رنگ رنگ. سارنگ....
2) برهه مينهن روز وسندا وو عجب اٿن انگ انگ. سارنگ....
3) اندر ٻاهر اُهي ئي وو گُڙڪي چون گنگ گنگ. سارنگ....
4) وٺا مينهن وَڏا ڦڙا وو سنجهه ساجهر سنگ سنگ. سارنگ....
5) سادل! ٻيا سانوڻ نه سُجهدا وو وسي جوهر جهنگ جهنگ. سارنگ....

## سر آسا (ڪلام)

268. ٿل: گهر دي چور گهر وچ گهاون،
ڪنهن نُون آک سُڻاوان يار.

مصرع:

1) دل دَنبُوڪ درد دا دارُون،
ڏُون تيِر ڏرپ دا داروُن،
گُم سين گز چلائون يار. گهر دي....

2) محبت ماکي ميل ملائُون،
ٻين باجا لايِ لائُون،
چا سيني وچ چوٽ چلائون. گهر دي....

3) فنا فتح وچ ڦرندي ڦيرا،
عشق اجل دا امر اوتار،
گهير اندر گهائُون يار. گهر دي....

4) حق حقيقت هِردي هوسِي،
خير نال خبر کَسَم دي ڪاسي،
راڄ سادولا پل رُسي سِي،
ول پير نہ پيچي پائون يار. گھر دي....

## وائي

269. ماهِي يار ڪِتوسي مُرسل صورت تنهن سجن ڏِي واهہ واهہ وڻندي.

روسان تئڏي روز اَجَل عينان وچ اَچڻ دي. " "
مئن ماهِي دي ماهِي مئدل پيرو ڪين پيچڻ دِي " "
سادل! تئڏي در سِڪدل بِين هئہ وَڄ وچڻ دي " "



# درد نامون

## (ذکر زباني)

(1)

270. الله الله الله الله الله سائين وو،

لاکا وج نہ لڌيو لَڌڻ لائق ناهہ،
ايتا ڏي اسان کي موُن ويڙهج مانهن،
سُڻ لاکا سپرين دلِ اندر جي دانهن،
ٿَن ۾ سادل! تان گَڙهہ پيو قلب ۾.

(2)

271. الله الله الله سائين وو،

لاکي جنهن ڏينهن لَڌيو آءٌ سوُرن ساڻ سَڙيِ،
ساجن! توري کيئن سَري جنهن سان جيءَ جَڙيِ.
سادل! تو ري سُپرين کامي تيس گڙيِ،
چوٽي تان چڙهي رُند نهاريان رب جي.

(3)

272. الله الله الله سائين وو،

لاکي لڌڻ جي کر نہ کا پچار،
هيڏي هوڏ اکين تي ديدان کي ديِدار،
سادل آکي سپرين ٿن ۾ تانگهہ تنوار،
هينئڙي سند نهار لاکا چو تو لَڏ ئين.

(4)

273. الله سائين وو لاکي لاڏاڻو کيو دلِ وچ پئي داھ،
ٻارڻ ري ٽي ٻَري وچ جگر جِي باھ،
سادل! سپرين ري اھڙي نڪري آھ،
ڪريان کهڙي ڪاھ، لاکو وڃي لڏيو.

(5)

274. الله سائين وو لاکو وڃي لڏيو ڳُفتو سُٺي نہ ڳال،
اَڄ آلاٺو اوچتو ڳال ٻُڌي نہ ڪال،
سادُل! سِڪان سُپرين لئہ اھڙا جِنين حال،
پَڻ حاضر هوسان نال لاکا ڀَل ڪر لڏڻ جي.

(6)

275. الله سائين وو لاکي پڻ لڏڻ جي چوکس ڳال چَئِي،
اَرٿ ٻيگو، ڪر اُڇلڻ جي پُوٺيون پَوَن پَئِي،
سادل! سليُون سَڳتڙا ساتِي نال رک نئِي،
ڏُک سور ڏئي لاکو وڃي لڏيو.

(7)

276. الله سائين وو لاکا مَ ڪر لڏڻ جي چوري ڪَرمَ چوڙ،
مِنت مَچي ڪين ڪي لاکي توڙان توڙ،
سادُل! سپرين کي وڙي جيڪا جوڙ،
دانھون ڪر ڀي دوڙ لاکو وڃي لڏيو.

(8)

277. الله الله سائين وو لاکي جهڙو ڪو نہ ڪو مون جهڙا لک مسڪين،
منهنجي لاکي جهڙو ڪِٿي آهي ڪِين،
سادل! سپرين اسان جو نيڻان اوڏو نين،
اهڙي آهيان آڏِين تہ بي لاکو وجي لڏيو.

(9)

278. الله الله سائين وو لاکي جهڙو ڪو نہ مون جهڙا طالب لک،
لاکي لَڏَڻ نہ چڏيو ڪا مون هِي ۾ ڪَک،
سادل! سپرين جِي روح وچ رمز رَک،
مَر مَر مرندي مَک تہ بہ لاکو وجي لڏيو.

(10)

279. الله الله سائين وو لاکي جي مُلڪ ۾ اديون! مِنَت آهي،
سُک گذرن ڏينُهڙا رهبر جي رَهي،
ڪا ڪمائِي ڪَچ مون تڏهن واهي ويا وَهي،
سادل! مون جو ويو سپرين سو ڪيئن سُور سَهي،
پُرجهي ڪو نہ پَهي لاکو اسان جي لک ۾.

(11)

280. الله الله سائين وو لاکي جي لَڏَڻ جي سُٽي ڳَل مُون سَچ،
پارڻ ري تو پري محبوبن جو مَچ،
سادل! ويو مون سپرين ڪا مُون ۾ ڪَچ،
پَئِي اندر پَچ شال مليئِي سپرين.

(12)

281. الله الله سائين وو لاکو تو لک ۾ آهي مِنَت اَسان،
کَئِي کمائِي کارڙي آءُ رهبر کيئن رَسان،
سادل! آکي سپرين ويندو کيئن وَسان،
پريت ساڻ پَسان لاکا آ تون لَک ۾.

(13)

282. الله الله سائين وو لاکي لاڏاڻو کيو کَل پَئِي کانہ کا،
ڏُک سوُر اسان تي گھا سِر آهي گھا،
عرض اگھائِين تون اسان سادل آکي سا،
چُپ گھِن چُپ جا جي پَسَڻ چاهِين پرينءُ جو.

(14)

283. الله الله سائين وو لاکو ويو مون کان لَڏي رئن اکيان اُن ري،
سَڄَڻ ڏکن سورن سان ڏنو مون ڏوري،
سادل آکي سُپرين ڏانهن چَل چَل مَن چوري،
گھوري وڃان گھوري لاکو آءُ جي لَکيان.

(15)

284. الله الله سائين وو لاکي لاڏاڻو کيو کانہ رکيائِين کائِي،
ڏُک سور سڀ ڏِيل ۾ گھا سِر آ گھائِي،
جَلي آگ جِگر وچ تيل کڙهائِي چائِي،
سادل آکي سپرين کِي وَڃَڻ جِي وائِي،
وڏي وڏائِي لاکو آءُ جي لکيان.

(16)

285. الله الله سائين وو لاکو جي لکِين تا چُپ گھِن چائِي،
مُون تان مُون جا ڪُفُر گھَٽ ڪائِي،
سادل! جا آئِي اندر وچ سا جُگ جُگ نہ جائِي،
ٻَلو جي ٻانئِين تہ لاکو رَک لَک ۾

(17)

286. الله الله سائين وو لاکا آءُ تون ڪامِل ڪَرَم ڪَري،
ٻره ٻاه وجود ۾ ٻارڻ ري ٻَري،
جنهن سَهائِي سج جِي تنهن سَجَڻ ڪيئن سَري،
سادل! پَسڻ آهي پري ڪوهہ تو اوطاقان ڪرِئين.

(18)

287. الله الله سائين وو لُٽي دل نيئِي ويو لاکي وڏِي جو لُوٽ،
اديون! اوڏانهن ڪو نہ ڪو رُڳي ڏس اَلُوٽ،
ووڙي ٻاڻ وجود ۾ مَن ماري ڪَر مُوٽ،
سادل! ڇيڙان ميڙان ڇوُٽ تہ اچِي اوتارا ڪري.

(19)

288. الله الله سائين وو ڦُرَڻ ڪارڻ فقير جي لاکي وِڏي جو لُوٽ،
چَلَڻ ڪان چُپ تي ٻولڻ ڪان بہ ٻُوٽ:
وجون ڪهڙي وَس ڪري قِري چوڏاري ڦوُٽ،
سادل! تَن مَن ڪَر ڪوُٽ تہ اچي اوتارا ڪري.

(20)

289. الله الله سائين وو لاڪو ساري لوڪ ۾ پر لاڪو آهه نہ لڪان،
هڏن سوُر هميش جو اوجاڳو آکيان،
سادل! پيهي سمونڊ ۾ چُنڪا تِي چڪيان،
موت وجهي مَڪيان تہ اچي اوتارا ڪري.

(21)

290. الله الله سائين وو لاڪا ساري لوڪ ۾ صحيح جاتو تو،
ويو ڪِين وسِري اچي اولي آڻ،
سادل! سپرين ڪي اندر ڳولي ڄاڻ،
ڀاڻ سُڄاڻ پاڻ تہ اچي اوتارا ڪري.

(22)

291. الله الله سائين وو لاڪو آهه لڪيان چوڙان مُور نہ ڇَن،
اوجاڳو اکين کي ۽ تاسا ڏيئي ٿَن،
سادل! سپرين جي محبت رَڪ مَن،
ڪالهئُون ڏي ڳَن تہ اچي اوتارا ڪري.

(23)

292. الله الله سائين وولا ڪو آهه لڪيان محبت ساڻ مَري،
محبوبن جي مَچ ۾ جانب ڪاڻ جَرِي،
سادل! سپرين جي آهي ڳُجهي ڳال ڳري،
ڀارڻ منجهہ ٻَري تہ اچي اوتارا ڪري.

(24)

293. الله الله سائين وولا کو مور مَ لڏ اجا مهل اتئي اَچ،
مَڪو مدينو مَن ۾ هينئڙي اندر حج،
سادل آڪي سپرين لاڪا توتي لَڄ،
تن مَن تاسا ٿج تہ اچي اوتارا ڪري.

(25)

294. الله الله سائين وولا کي جي لَڏڻ جو مُون چيو مُعلَم،
دلِ تِي دانهوُن ڪري اديون ڏسو عالَم،
سادل! ڏک سُور ڏيل ۾ اندر هُل هالَم،
ساهُو تِي سالَم تہ اچي اوتارا ڪري.

(26)

295. الله الله سائين وولا کي لاڏاڻو ڪيو اَندر لائي آگ،
اڪين اوجاڳو آهي جيڏيون مون جاگ،
سادل! ويو مون سپرين دل اندر ڏيئي داگ،
وار اوڏي واگ تہ اچي اوتارا ڪري.

(27)

296. الله الله سائيڻ ووادِيون! منت اسان دي لاڪا مُور مَ لَڏ،
ويو ويچاري وسِري چوري ڪَر مَ چَڏ،
پَڪا لاڪا سپرين اڪين اوڏا اڏ،
سادل! سپرين جو گفتو ديدان گڏ،
سُڻ اِنين جا سَڏ لاڪو آهي لَڪ ۾.

297. نِينهن اُنان ديِ رَک لولِي خيال خطرا گھت ڪُفرَ وچ ڪا،
سَدا تنهنجي پريت دِي پيالا يَر يَر پا،
عرش فرش وچ تُون آهين جا جا وچ جا،
سادل! اکين اوڏو آ تہ لاکا رکان نيڻ ۾.




مهاراج جيوٹو جي
مهراج سدا رام جي
مهراج گوبندرام جي
مهراج گورک رام جي
نهچلداس جي
ديالداس جي
سنتورام جي
اچلورام جي
کوجورام جي
پرپورام جي
دادو رام جي
جسونت رام جي
پهلاج رام جي
پلورام جي
اُتمارام جي
کرنورام جي
پمون رام جي
ڏيوراج رام جي
بيرارام جي
مجنارام جي
ٹيکمداس
ڏانورارام
برڏارام جي
چينارام جي
تلچارام
گوپالداس جي
پورڻ جي
لاڏارامجي
کانجي رامجي
موٹورام جي
تارا رام جي
جيارام جي
ليلارام جي
پورا رام

